انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ٨٠ ڪتاب

# شاعر

مصنف

آسانند مامتورا



ناشر

انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي

سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو

چاپو پهريون [تعداد هڪ هزار

فيبروري ١٩٨٢ع مطابق ربيع الثاني ١٤٠٢

Rs 35/00



سول ايجنٽس:

ادبيات تلڪ چاڙهي، حيدرآباد

مڪتبه اسحاقيه
جهونا مارڪيٽ ڪراچي

هي ڪتاب پرفيڪٽ پرنٽرس صدر حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو، ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا، پروفيسر انچارج، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سنڌ يونيورسٽي، نئون ڪئمپس، ڄام شورو، ضلعو دادو سنڌ، پڌرو ڪيو.

# فهرست

# ناشر طرفان

انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجيءَ طرفان گذريل سال اهو فيصلو ڪيو ويو ته اداري جو پبليڪيشن سيل جتي مختلف نوعيت جا ڪتاب شايع ڪري رهيو آهي، اتي اداري ڪي اهڙا ڪتاب به شايع ڪرڻ گهرجن، جيڪي ماضيءَ ۾ ڇپجي نه رڳو شهرت حاصل ڪري چڪا آهن پر اهي ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي سفر ۾ اهم موڙ جي حيثيت رکن ٿا.

ان ڏس ۾ اسان في الحال ٻه ڪتاب وڏي سوچ ويچار ۽ ادبي پارکن سان صلاح ڪانپوءِ پنهنجي اشاعتي پروگرام ۾ رکيا آهن. (١) سنڌ جي تاريخ (ٻاگو پهريون)، جيڪا سنڌ جي مشهور تاريخدان محترم نورمحمد نظامانيءَ لکي هئي ۽ مسلم ادبي سوسائٽي ڇپائي هئي. (٢) شاعر، جيڪو ناول آهي ۽ آسانند مامتورا جو لکيل آهي ۽ سنڌ جي افسانوي ادب جي ارتقا ۾ اهم جاءِ والاري ٿو. اهي ٻئي ڪتاب جي ا جا تائين تنقيدي ۽ تحقيقي حلقن ۾ بحث جو موضوع بڻيل آهن، اتي اهي ڪتاب هن وقت اڻ لڀ آهن ۽ مارڪيٽ ۾ موجود نه آهن.

اسان کي خوشي آهي ته اسان هي ٻئي ڪتاب هڪئي موقعي تي شايع ڪري رهيا آهيون.

اسان کي اميد آهي ته اسان جا پڙهندڙ حضرات "شاعر" جي اشاعت جو قدر ڪندا ته جيئن اسين اڳتي هلي ٻيا اهڙا اڻ لڀ ڪتاب ٻيهر شايع ڪري سگهون.

ڊاڪٽر غلام علي الانا
پروفيسر انچارج
انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي

آرپيان ٽو

محبين

کي

جن مُرڪ سان چا لُڙڪ سان

دل منهنجي

زنده

رکي آهي.

آسانند مامتورا

# ڌيان طلب

هن قصي جا سڀ ويسڌاري ڪلپنا جي سنسار جا جيوَ آهن، ۽ پڙهندڙ کي جي انهن مان ڪنهن ۾ پنهنجي ڄاڻو سڃاڻڻ جو مهاندو يا لڇڻ ڏسڻ ۾ اچي ته انهي آريکڻ کي اتفاقي سمجهي.

مصنف.

# مهاڳ

## (ٻيو ايڊيشن)

هيءَ سموري رچنا سروَ سندرتا جو هڪ عاليشان مظهر، انهيءَ مطابق حسن جو مشاهدو ڪوڙين ۾ ڪو هڪڙو اهوئي آڀڙو جيئو ماڻهو سگهندو، جنهنجو تن درد هٿي تهاڙون ڪري وڌو هوندو، ۽ جنهن من جي پيڙا اها ڪا سٺي هوندي جو وڪار منجهانئس نس پس نڪري ويو هوندو.

هن ناول جو هيرو چندر، هڪ اهو سياڻو انسان آهي، جو اڪيلوئي اڪيلو تن ۽ من جي اگهور سنڪٽ مان لنگهيو آهي، ۽ جنهنجي جيءَ مان ليلان ۽ سودامنيءَ هڪ روپ ٿي، سموري غير کي ٻاهر هڪالي، ڪيس هن لائق ڪيو آهي، جو هنکي سارو برهمانڊ، ڪُل ڪائنات آتم روپ ڀيٽي ياسي. انهيءَ جي بدولت ڏسبو ته ٻاهريان روپ ۽ رنگ هن کي ڀٽڪن نٿا، هتهون آنهن مان ڪيس آهو آنند ٿو پڙبي، جنهن ۾ اجائي آهي.

سنڌي ساهت ۾ ناول نويسي ڪا نئين ڪلا ڪانهي. تعداد جي لحاظ کان، سنڌيءَ ۾ شعر جا ڪتاب شايد گهٽي ۾ گهٽا هجن، پر انهيءَ ڪانپوءَ نجاٿان ته ٻيو نمبر تعداد ناولن جو ئي هوندو. پر اهي ناول، جن کي تخليقي ڪري ڪوٺجي، جن مان هرهڪ جو گهاٽ، آڌارو ورتل ٿ، پر لکندڙ جي گهٽ اندر، اندرين ئي اندرين تهخانن ۾ سرجيو هجي، جنهن پيداواريءَ مان لکندڙ جي آنوپ شخصيت بکي ٻئي، سي ڀڪ ئي ڀڪ سنڌيءَ ۾ ڳاڻ ڳڻيا ٻه ڪينهن.

هي ناول منهنجي سعادتمند شاگرد ۽ ڪنهن وقت عزيز همڪار، آسانند مامتورا، جو رچيل، آنهن ٿورڙن ناولن مان

آهي، جي اصليت جي دعويٰ رکي ٿا سگهن. آسانند هي ناول لکيو پئي ته هن ۾ تڪر ڪري، سچوئي، مون کي پڙهي پڙهو هجائين هنر ته پنهنجي سر مان انهيءَ جو اکر اکر اُٿلائي ويو آهيان.

مضمون مائيدار، پر آسانند انهيءَ کي خوش عبارت جو اهڙو وڻندڙ ويس پهرايو آهي، جو پڙهڻ سان پڙهندڙ جي دماغ جون رڳون سيٽجن ڪين ٿيون. دماغ کي پاڻ حظ ٿو حاصل ٿئي. سو ڪم آتم ويچار، هوندن دماغ جي وڪڙن ۾ مشڪل اچڻ وارا، انهنجو آتيل چٽ اکرن ۾ اهڙو ٿو چٽي، جو انهن کي دماغ جي دائري منجهه آڻڻ ۾ پڙهندڙ تڪبو ڪونه.

لکندڙ ثابت ڪري ڏيکاريو آهي ته جيڪو پيار آمنگ ۽ ادراڪ مان آپجي ٿو، تنهن کي ئي سنسار جي ڪابه گهڻنا لوڏي ڏوڏي نٿي سگهي.

اسانجي وهنواري زندگي آنند واري ٿئي، تنهن لاءِ به آنجن اهوئي آهي ته نئين جيون جا آدرش اسين جڙواد مان نه ۾ آتم واد مان وٺون.

مطلب ته سنساري سنستائن جي اڏاوت ۾ جڏهن سمجهه ۽ انترگيان جي پڪي پيڙهه تي پڌبي، تڏهن ڪو لوڪن لاءِ آهي ڪلياڻ ڪاري ثابت ٿينديون، تڏهن ڪو منجهائن جڳ جو آڌار ٿيندو. ۽ پيون واٽون هلي، اها اميد رکڻ ته سنسار ۾ سچو سک آئي سگهبو، واچ کي ڪنجي ڏيئي مونهن وسائڻ مثل آهي.

شال اسانجا ملڪي اڳواڻ توڻي راڄنيتي رهبر، جي ديس جي آجائيءَ ۽ انسان ذات جي ترقيءَ لاءِ تڙڦن پيا، تن ۾ اها پوجهه پوي!

۲۱ جنوري، ۱۹۴۱ع لالچند امرڏنومل جڳتياڻي.

# آتمڪ پيڙ

"ڇٽي "ڪن فيڪون"، جڏهه خلقيا روح خداءِ"
"گڏ جت گذران هئو، جتڙ لڳي ته جاءِ"
"مون توهين سين آءِ، آهيا ساڃاءِ، سپرين!"
شاهه.

## باب پهريون

ڪشمير، جنت بي نظير، جي سير تي نڪتو هوس. واٽ تي مريءَ ۾ ٻن ڏينهن لاءِ ڏاپو ڪيم. پهاڙي ساوڪ جا نظارا، مختلف نقط نگاهه کان ڏسي، پنهنجي دل کي مفرح ۽ ڪلپنا کي مالا مال پئي ڪيم. سائيدار رستن ۽ پيچرن، چاڙهين ۽ لاهين، قدرت جي سائي، سبز اوڻ، ۽ اوچن، جاتن درختن، پهاڙن جي چوٽين ۽ انهن جي وچ ۾ سبز اوڙاهن- انهن جي نت نون نظارن مان جو مونکي لطف آيو، تنهن منهنجي جڏي جسم کي اُن پهرن ۾ ئي هڪ نئين تقويت بخشي، ۽ منهنجي من ۾ نوان، بنهه تازا، رچنا شڪتيءَ جا جذبا اُٿاريا. مان تن ٽوڙي من ۾ نو بنو ٿي پيس. ٻئي ڏينهن ننڊ مان اٿڻ سان، مون پاڻ ۾ جيوت جي هڪ نئين لهر، تازي ۽ تواني، رقص ۽ راند ڪندي، وهندي محسوس ڪئي.

سج جي ڪرڻن پهاڙن جي چوٽين تان لهي، هيٺ ماٿرين ۽ اوڙاهه ۾ اونده سان اڃا جڏ پئي ڪئي ته مان پسار ڪندو، ٽلندو ٽلڪندو، آنهيءَ وڏراهه ۾ گهڙيس جنهنکي ڪلهه شام جو

ڏسڻ سان، منهنجي ساري جيءَ ۾ شانتي، ٿڌ ۽ مفرح، ڇانئجي
ويئي هئي. انهيءَ وڻن جي جهڳٽن ۾ هڪ عجيب وايو منڊل،
هڪ عجيب فضا هئي، جنهن ڦٽيل دل تي مرهم جو اثر ٿي
ڪيو، جنهن منجهيل من کي شانتي ٿي بخشي، جنهن ٿڪل
سرير کي تازو توانو ڪري ٿي ڇڏيو. وڻراه ٽڪريءَ جي
ٻڇاڙيءَ ۾ وڃي ٿي ڇپهه ڪيو. ڪني تي خبرداريءَ سان
بيهي، هيٺ نهارڻ سان اونهو اوڙاه وات ڦاڙي، پنهنجي ساوڪ
۾ ڳڙڪائڻ لاءِ منتظر بيٺل نظر ٿي آيو. ٽڏي هير وڻن جي
ٽارين ۽ پنن سان ڳالهيون ڪندي پئي لڳي. زمين تي زمرد
جهڙو سبز ويءَ وهڻ جي دائم دعوت ڏيئي رهيو هو.

آج، آسر جو آئي، مان هن قدرت جي گوشائتي ڪنڊ
۾ پنهنجي نئين ناول جو آرنڀ ڪرڻ لاءِ آيو هوس. هيءَ
سانت- ميءَ سبز آستان منهنجي لاءِ ڪاڪ جو باغ هو جنهن
۾ مومل روپ منهنجي ڪلا- ديويءَ جو نواس هو. پردن ۾
ورهين کان منهنجي ڪلا- ديوي مونسان رٺل رهي هئي.
سهسين جتنن سان به مان ڪيس پرچائي، پنهنجو ڪري نه سگهيو
هوس. قلم ۽ ڪاغذ هٿ ۾ کڻي، پڪو ارادو ڪري، وهندو
هوس، پر هنجو منوهر منهن مونکان هميشه مٿڙيل رهندو هو.
منهنجو دماغ ارادي جي آڙين لڳائڻ سان به حرڪت ۾ نه ايندو
هو؛ منهنجي ڪلپنا جي شڪتي صورت نگاريءَ کان پڙ ڪيڏي
بيهندي هئي؛ ۽ منهنجي دل جي جذبن جو چشمو وهڻ کان
نابري واريندو هو. ڪشمير فردوس- نشان جي سير تي انهيءَ
ڪري نڪتو هوس ته من پر ٿويءَ جي هن باغ اروان ۾ هيڪر
وري منهنجي ڪلا- ديويءَ سان ملاقات ٿئي، ۽ مان ڪيس ڪنهن
نموني پرچائي، سندس پانهن ۾ وري پهڙو پڌان.

پر اڃا مون هن دلفريب، سندر استان ۾ پير ٿي ڪين
پاتو ته منهنجي نظر هڪ جوان جماڻ استريءَ تي وڃي پيئي،

جا هڪ وڻ کي ٽيڪ ڏيئي، سبز ويءَ تي، ٽنگون ڊگهاري، ويٺي هئي. هٿ ۾ ڪتاب هوس جو پڙهيائين پئي. منهنجن پيرن جي آهٽ تي هن ڪنڌ مٿي ڪيو، ۽ مونڏي نهاريو. هنجي ان پهرينءَ نهار مون تي جو اثر ڪيو، سو ٻڌائڻ ضروري آهي. اول ته سندس اکين ۾ اننت دک ڏيکاري ٿي ڏني، گويا ڪيس ڪنهن وڏي، چيري، ڇچري هٿ ڪٺي ڦٽو ڪيو هو. ازانسواءِ آنهن ۾ مون پنهنجي عزازت محسوس ڪئي- نه جسماني آدِ واري عزازت، پر آها عزازت جنهنجو تعاق انساني هستيءَ جي اندرين تهون سان آهي. اها هڪ حقيقت آهي ته اسانجي حياتيءَ تي آنهن جيئون جو اهڙو اثر ڪونه ٿو ٿئي جي جنم جي ڪري اسانجا عزيز خويش آهن. سماجڪ نقطہ نگاه کان آنهن سان جو تعلقات اٿئون، سو ڪٿي ڪارگر به هجي، پر اسان جي زندگيءَ تي گهرو اثر، چڱو يا مٺو، آهي ٿا وجهن جن سان اسين واٽ ويندي يا اوچتو ملاقات ڪرڻ سان اُئين ٿا وِسهون ته اسان کي هي ڪي ستاريا ڪينهون، ته هنن سان اسانجو ڪو آتمڪ سنبند آهي. جڏن هٿ پر ٿويءَ تي ڪٽنب پروار آهن جي رت جي عزازت تي ٻڌل آهن، تئن ڪٿي، ڪنهن ٻيءَ دنيا ۾، سيا و ۽ سؤياونائن تي ٻڌل قبيلا آهن، جن مان هر هڪ جي ڀاتين جي پاڻ ۾ گهري عزازت آهي. اهي آتمائون هٿ، هن دنيا ۾، سرير ڌاريو، جدا جدا ڪٽنبن ۾ اچيو جنم وٺن. پوءِ، ڪڏهن قضاني، جڏهن سندن هڪ ٻئي سان مڪاميلو ٿو ٿئي، تڏهن سندن جيءَ ۾ ڪا جاڳرتا، ڪا يادگيري آتي ٿي، ۽ هو نيڻن جي نهار سان يا مکہ جي هلڪيءَ مشڪ سان هڪ ٻئي کي پنهنجي سڃاڻپ ڪرائين ٿا، ۽ ٻنهي جون آتمائون کو لحظو آنند جي مٺيءَ لهر هيٺ اچيو، ائين ٿيون ڀانئين ته جيون جي پر ڦلتا پرپي اٿئون.

هن جوان استريءَ کي ڏسڻ سان مونکي اهو احساس

اهڙو نہ چٽو ۽ زوردار ٿيو، جو سماجڪ هٻڪون سڀ وساري، مان وڏراه ۾ اندر گهڙي، سندس پرسان وڃي بيٺس، ۽ ڏاڍي ڪومل آواز ۾ چيومانس: ”مان هت پرسان ويهي، ڪا گهڙي پنهنجو ڪم ڪريان تہ اوهان کي اعتراض تہ ڪونهي؟“

هن نهايت ٺهر- پرڏي نموني چيو: ”مونکي ڪهڙو اعتراض ٿي ٿو سگهي؟ توهين هن وڏراه ۾ هر ڪنهن طرح پاڻ وندرائي سگهو ٿا.“

”مون پر واري وڻ جي هيٺان ويهي، ڪاغذ ۽ پينسل کيسي مان ڪڍيا. پر لکڻ شروع ڪرڻ کان اڳ، کيس خاطري ڏيارڻ جي ارادي سان، چيم: ”صلهہ شام جو مان هيءَ رمڻيڪ استان نظر مان ڪڍي ويو هوس. اڄ پيچ پنيءَ جو خيال آيم تہ انهيءَ سندر، مانڻي، سائيدار استان ۾ ويهي، پنهنجو ڪم ڪريان“.

”ها، ها، وڏي شوق سان،“ هن ورائيو. پوءِ پنهنجو منهن ڪتاب ۾ وجهي، پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويئي.

مون بہ پينسل آڱرين ۾ جهلي، پنهنجو سمورو خيال آڪاڻي آرنڀ ڪرڻ لاءِ ڪلپنا جي دائري ۾ آندو. پر ڪلپنا جي وشال دنيا ۾ هڪ اهڙو منور تجلو هو، جنهن ۾ چترڪاريءَ لاءِ گهربل پانت پانت رنگ، خيال کي ميسر ٿي نہ سگهيا. رنگن کانسواءِ چترڪار ڪهڙا چتر چٽي ٿو سگهي؟ روپ لاءِ رنگ ضروري آهي. اروپ ارنگو آهي. منهنجي من ۾ نہ روپ هو نہ رنگ: صرف هڪ منو تجلو هو. انهيءَ حالت ۾ مان انساني جيوت جو ڪهڙو چتر چٽي ٿي سگهيس؟

گذريل ٻن سالن ۾ اهڙي قسم جون ناڪاميابيون مون گهڻي ئي ڏٺيون هيون، ۽ هر ڪنهن وقت جڏهن مان پنهنجين ڪوششن ۾ ناڪامياب ٿيندو هوس، تڏهن منهنجو هردو ڪنهن رنج ۽ رقت سان پرجي ويندو هو. پر اڄ جي ناڪاميابيءَ

منهنجي دل ۾ اهڙو ڪو احساس پيدا ڪونه ڪيو، جيڪس جيوت جي نئين نهر کي پنهنجيءَ نرت ۽ رمت ۾ ئي پنهنجو مقصد ٿي سرڊو، ۽ انکي ساهتڪ ڪوشش جي برڌوابيءَ جو ڪو احتياج ئي ڪونه هو.

مون ٿورو ڪنڌ ڦيرائي پنهنجي پاڙيسرڻ ڏانهن نهاريو. هوءَ، ڪتاب سندس هٿ ۾، مونڏانهن نهاري رهي هئي. منهنجي مک تي از خود هلڪي مشڪ پکڙجي ويئي. هن به ورندو مشڪي چيو: ”شايد منهنجو هتي هئڻ اوهانجي قلم جي رفتار لاءِ رنڊڪ آهي. اوهين جي چاهيو ته مان هتان اٿي، ٻئي ڪنهن هنڌ وڃي وهان.“

”نه، نه، اوهانجي وڏي مهرباني،“ مون ٽڪڙ ۾ چيو. ”گذريل ٻن سالن ۾ مونسان ائين هميشه پئي ٿيو آهي. منهنجي لاءِ هيءَ ڪو نئون آزمودو ڪونهي.“

اتي منهنجي نظر هنجي ڪتاب تي وڃي پيئي جو هوءَ پنهنجي هٿ ۾ جهلي ويٺي هئي. ڪتاب جي کليل صفحن تي سنڌي لفظ ڏسي مون عجب ۾ چيو، ”شايد اوهين سنڌي آهيو؟“

هن به پنهنجي ڪتاب ڏانهن نهاري چيو، ”هائو، مان سنڌي آهيان.“

هيلتائين اسان انگريزيءَ ۾ پئي ڳالهايو. مون ٺهڪ ڏيئي سنڌيءَ ۾ چيو: ”هڪ هم وطنيءَ کي پرڏيهه ۾ گڏجڻ سان به سڃاڻڻ لاءِ ڪنهن نشانيءَ جي ضرورت ٿي ٿئي! اوهين ڪهڙو ڪتاب پڙهي رهيا آهيو؟“ ”پاپ جون ڪهاڻيون.“

منهنجي حيرت جي حد نه رهي. اهو ڪتاب منهنجي قلم ۽ ڪلپنا جي ميلاپ جي پيدائش هو. اڍائي سال اڳي جڏهن ڇپجي شايع ٿيو هو، تڏهن جدا جدا نڪته‌چينن پنهنجن سمالوچنائن ۾ نرالا رايا ڏنا هئا. مون من- چيد وديا جي ذريعي انساني من جي هيٺين تهن کي ڦولهي، انساني مرادن ۽ ڪرتوتن

جي ڪارڻ جي پڌرائي ڪئي هئي، جن ڪن سماجڪ نيتيءَ جي پابندن جي من ۾ ماندائي وڌي هئي، ۽ ڪيترائي خط پرانتڪ اخبارن ۾ شايع ٿيا هئا جن ۾ منهنجي منورتيءَ تي چڱي چوکي جلهہ ٿيل هئي ۽ جي لندا جي ورڪا ڪان خالي نہ هئا. ڪن همدرد نڪتہ چينن، برابر، سماجڪ سڌاري جي نقطہ نگاہ کان منهنجي اهڙيءَ اوگهڙ ڪرڻ تي مون کي مبارڪون ڏنيون هيون؛ ليڪن گهڻو ڪري چڱي ڪاپي ۽ ملامت کانسواءِ مونکي بيو ڪجهہ ڪين پڙهيو هو. پنهنجي پاڙيسرڻ کي اهڙو ڪتاب پڙهندو ڏسي، مان البت متعجب ٿيس، ۽ چيو مانس: ”شايد هن ڪتاب جون سمالوچنائون توهانجي نظر مان ڪونہ گذريون آهن.“

هن مشڪي چيو: ”مون کي سمالوچنائون هن ڪتاب جي برخلاف پڙهيون هيون. پر، مونکي معاف ڪندا، مان آنهن سان شامل راءِ ڪونہ آهيان. مان پانيان تي تہ انسان پاڻ کي پليءَ پٽ چاڙي سچائي، تنهن لاءِ ضروري آهي تہ هو پنهنجن آتم ۾ اُتم سوپاوناڻن توڙي نيچ ۾ نيچ جذبن جي چشمن کي ڳولي لهي. جيستائين ڪنهن مرض جو ڪارڻ معلوم نہ ٿيندو تيستائين آن جو علاج محال ٿيندو.“

”پر توهين نٿا سمجهو تہ زهريلن چشمن جي ويجهو وڃڻ ڪري وهانجڻ جو وڏو امڪان آهي؟“

”پر اهي چشما بہ تہ انسان جي اندر ۾ ئي آهن. هي ڪهاڻيون صرف انسان کي انهن ڏانهن سچيت ڪن ٿيون.“

هڪ ستذارئيءَ کي پنهنجي بچاءَ ۾ هئن ڳالهائيندو ڏي، مونکي جا خوشي ٿي تنهنجو تصور پاڻ ڪري سگهن ٿا. پر انهيءَ ۾ تہ ڪو شڪ ڪونہ هو تہ هن جي سرت غير رواجي هنجي گفتگو تهذيب ۽ سپيتا واري هئي. ازانسواءِ هوءَ نہ فقط ساهت ۾ نقش ڪيل جيوت مان واقف هئي، پر هن سچيءَ

جيوت جا اونها عمق تانگهيا ٿي ڏٺا. منهنجي دل ۾ هن جي لاءِ از حد عزت پيدا ٿي. مون اکيون کڻي، ڏانهس نهاريو، ۽ سندس ساري جسم تي پنهنجي نظر ڦيرايم. سندس صورت سڊول هئي، جيتوڻيڪ سندس منهن ڪنهن دک جي ڪري پيلاڻ ڏي مائل هو. سندس جسم ۾ جيتوڻيڪ تازگي ۽ لچڪدائي ڪانه ٿي ڏٺي، پر سندس اکين ۾ جيوت جي جوت مشعالن وانگر پئي ٻري. سندس عمر ويهن ٻاويهن ورهين جي ٿي لڳي، پر نيڻن جي نهار مان ظاهر هو ته سندس آتما وڪاس ڪري، سادارڻ منکن کان گهڻو مٿي چڙهي ويو آهي.

مون گنڀيرتا سان کيس چيو: "مان توهانجيءَ هن ڪتاب جي نسبت راءِ لاءِ اوهانجو ٿهدل ٿورائتو آهيان. اڄ ٻهريون ٿي دفعو آهي، جو مون ڪنهنجي مکم مان هن ڪتاب جي باري ۾ منهنجا پنهنجا رايا ظاهر ٿيندا ٻڌا آهن."

هاڻي هن جو عجب ڪائڻ جو وارو هو. هن اکيون ڦوٽاري، پڇيو: "چا! هنن ڪهاڻين جا رچيندڙ توهين آهيو؟"

مون ڪنڌ ڌوڻ سان ها ڪئي.

هن ڪن پل رکي، چيو: "مونکي اوهانجي درشن پراپت ٿيڻ سان جو آنند ٿيو آهي، تنهنجو ڪٿن مان نٿي ڪري سگهان. اوهانجي آکاڻين ۾ انساني جيوت جو همدرد درشيہ آهي. اونجي ڪلا انساني خرابين کي سمجهہ ۽ عقل سان، جراح جي تيز نستر جيان، وڍي، کولي، اکين اڳيان رکي ٿي، انهيءَ لاءِ ته روڳ پوڻ ٻاهر نڪرڻ سان، انسان جي جيوت تندرست ۽ تواني ٿئي. منهنجي من کي آڌهن مان جا صحت سري آهي، تنهنجا ٿورا مان عمر پر لاهي نه سگهنديس."

"اڌين چئي توهين پنهنجا پال تا پلايو،" هن چيو: "پر اهو سچ آهي ته انسان جي دک لاءِ همدردي ئي مون کي

ڪهائين ۽ قصن لکڻ لاءِ مجبور ڪري ٿي. نه ته منهنجي من
جو لاڙو تتوَ گيان ۽ فلسوفيءَ ڏي آهي."

"مون ته ائين پئي سمجهيو ته توهين منهنجي ڏاڏي جيڏا
عمر جا وڏا هوندا؛" ۽ هڪ ننڍڙو ٽهڪ ڏيئي چيائين: "پلا،
هيڏ و من جي گهرائن جو گيان ۽ هيڏي و شال همدردي آنهيءَ
۾ ٿي پائبي جنهن ورهين کان دنيا جا نرالا نرالا تجربا ڏٺا هوندا،
جنهن ورهين جا ورهيه مالهن جي من جي رچين، سَويا َونائن
۽ سيائن جو همدرديءَ سان اپياس ڪيو هوندو. هڪ ڪري
مان توهان کي گڏجي البت نراس ٿي آهيان."

اهو پوييون جملو مشڪ سان مٺي ٿيڻ مڪ مان هو.
مون ٽهڪ ڏيئي چيو: "جتي آس ۽ نراس جو سنگم ٿئي ٿو،
آتي ئـي ته برهم جو درشن پراپت ٿئي ٿو. انهيءَ ڪري
هن ملاقات کي ست- چت- آنند روپ برهم جو درشن ئي
سمجهڻ گهرجي."

مون سمجهيو ته منهنجي انهيءَ خوش- گفتاريءَ تي هوءَ
ضرور مٺو، ننڍڙو ٽهڪ ڏيندي ۽ مونکي وري سندس مٺڙي،
آنند مي آواز جي ٻڌڻ جو سڀاڳ حاصل ٿيندو؛ پر هنجو من
پئي ڪنهن ويچار ڏي پئي گهيلبو ويو، ۽ جيتوڻيڪ هڪ
جهڪي مسڪراهٽ سندس مک تي ڏيکاري ڏني، پر سندس
منهن تي ڪنهن مايوسيءَ جو سياه ڪڪر ڇانئبو پئي ويو.
انهيءَ مهل منهنجي دل جا هن لاءِ چڪ ڏني، آن ۾ جا هن
لاءِ همدرديءَ جي آڇل آئي، تنهنجو سبب مون کي هڪڙوئي
سجهي ٿو، ته هوءَ منهنجي آتمڪ پيڙ هئي، ته هنجي آتما ۽
منهنجي آتما جي وچ ۾ ڪا اهڙي پنهنجائي ۽ عزازت هئي، جو
هن جو دک منهنجو دک ۽ هن جو سک منهنجو سک هو.

مون ڪوملتا سان کيس چيو: "اوهانجو من ڪنهن
دک ۾ ٻيڙجي رهيو ٿو ڏسجي. گستاخي معاف ڪندا جو اهڙو

شخصي سوال مان پڇان ٿو، مون اوهانکي ڏسڻ سان ئي ائين محسوس ڪيو ته اوهين منهنجي آتمڪ ڀيڻ آهيو.“

منهنجي انهيءَ گفتي چوڻ سان هن جو ملول ۽ اداس منهن کن لاءِ هڪ مسڪراهٽ سان جهلڪيو. هن وراڻيو: ”مان توهانجي انهيءَ سدّانت کان غير واقف ناهيان ته آتمائن جا وري پنهنجا ڪرم قبيلا آهن. مون توهانجو ”جاڙا روح“ پڙهيو آهي. ها، اهو سچ آهي ته منهنجي دل ڪنهن اونهيءَ پيڙا ۾ مبتلا آهي. مونکي هتي مريءَ ۾ آئي هفتو ٿيو آهي. مان پنهنجي ڀاءُ چندر کي وٺي هتي آئي هيس. توهان شايد هن جو نالو ٻڌو هجي. جيتوڻيڪ هن اڃا ساهتڪ سنسار ۾ پنهنجو نالو ڪونه ڪڍيو آهي، پر سندس ڪي جزوي ڪوتائون جدا جدا مخزنن ۾ ڇپجي شايع ٿيون آهن، ۽ ٽيڪاڪارن جو رايو آهي ته اهي هڪ ڦلنڌڙ ڦرندڙ شاعر جون ڀريات واريون ڪوششون آهن ۽ منجهن مشاهدي جي قوت غير معمولي آهي. تازو هن جي دل کي اهڙي چوٽ لڳي آهي جو سندس دل جو ڪنول البت ڦري ويو آهي. مان ڪيس هتي انهيءَ ڪري وٺي آئي هيس ته من هتي جي صحت-بخش هوا ۽ دلربا نظارن جي اثر هيٺ وري نوبنو ٿي پوي. پر ڪالهه، اوچتو ئي اوچتو، مون کي ڪنهن به چتاءُ ڏيڻ کانسواءِ، هو مريءَ مان غائب ٿي ويو آهي. گذريل ٽن چئن ڏينهن کان سدائين ڪشمير جي اڻ ڏٺل، دلپذير نظارن جي ڇڪ پيئي ٽيندي هيس، ۽ مون کي هر روز ٻه چار دفعا پيو چوندو هو ته سونهن جي ديويءَ جو سڏ ڪنن ۾ پيو پريم. شڪ ناهي ته اڪيلوئي اڪيلو ڪشمير ڏي هليو ويو هجي. مون کي سندس خيال ئي دکي ڪري رهيو آهي.“

مون چندر جون ڪي ڪوتائون پڙهيون هيون، ۽ مون کي به انهن ۾ هڪ اعليٰ شاعر جي آسرڻ جا آثار ڏسڻ ۾ آيا

هئا، پر هن جي دل جي ڪنول ڦرڻ جي خبر مون لاءِ نئين هئي. ساڻيهه جي ساهت جي آنئيءَ جو اونو مونکي ڪاليجي جيوت کان آهي. انهيءَ جي بر ٿوابيءَ لاءِ مون ڪيترنئي نون مصنفن کي وقت بوقت پئي همٿادو آهي. هيءَ هڪ اعليٰ آسرندڙ شاعر جي باري ۾ بدخبر ٻڌي مونکي نهايت ڏک ٿيو، ۽ منهنجي دل ۾ ازخود اها اپلاڪا آئي ته مان سندس ڀيڻ سان ٻانهن ٻيلي ٿيان، جيڪي به نحس طاقتون هنجي هستي برباد ڪري رهيون آهن تن کان کيس آزاد ڪريان، سندي ساهتيه جي مالا مال ٿيڻ جو واهڙ بڻجان. انهيءَ ڪري مون ڪانئس پڇيو: ”پوءِ توهين سندس ڳولا لاءِ اچا ڪشمير نه ويا آهيو؟“

هن ڏاڍي مايوس نموني چيو: ”اوا، ته هت مريءَ ۾ ۽ مريءَ جي آس پاس ڳولا ڪرڻ ضروري سمجهيم. رات ڀڪيءَ طرح خبر مليم ته هو هڪ بس ۾ چڙهي، سرينگر ڏي ويو آهي. اڄ منهنجي لاءِ موٽر جو بندوبست نه ٿي سگهيو. سڀاڻي هڪ موٽر ڪنهن مسافر کي وٺي وڃڻي آهي. مون به انهيءَ ۾ وڃڻ جو بندوبست ڪيو آهي.“

”اهو مسافر شايد مان آهيان. سڀاڻي منهنجي هتان رواني ٿيڻ جي لاءِ راولپنڊيءَ کان موٽر اچڻي آهي.“

هن اوچتي من- آچل سان چيو: ”جي ائين آهي ته ڀاڳ چڱو.“

مون سندس دل وڻڻ جي نموني چيو: ”هائو، ٻئي گڏجي کيس ڳولي لهنداسين. اميد ته انهيءَ ننڍڙيءَ شيوا جو سڀاڳ مونکي توهان وٽان ڀلو پوندو.“

منهنجي آتمڪ ڀيڻ پنهنجن نماڻن نيڻن ۾ پاڻي آڻي، چيو: ”اها ته اوهانجي ڀلائي. توهان جا مونتي اڳيئي ٻي انت تورا آهن.“

مون گنڀيرتا سان چيو: "انسان انسان جو پر جهلو آهي. هڪ ٻئي جي سهڪار تي ئي سماج جو ماڻدياڻ منڊيل آهي. ازانسواءِ مونکي انهيءَ مان جو آنند پلءِ پوندو سوئي آن جو ڪافي آجورو ڏيندو. توهانکي وڏيڪ ثورن مڃڻ جو موقعو مان ڏيندس ئي ڪونه."

## باب ٻيو

ٻئي ڏينهن، منڇهند جو، موٽر ۾ چڙهي، مان سرينگر ڏانهن روانو ٿيس. ڪلهوڪي وڏراه واري پاڙيسرڻ اڄ منهنجي همسافر هئي. منهنجي وات تي پهرين منزل دو ميل تي هئي، جو مريءَ کان پنجاهه کان مٿي ميلن جي مفاصلي تي آهي. پر اتي پهچڻ کان اڳي، منهنجي نئين ساهيڙيءَ، منهنجيءَ آتمڪ پيڙ؛ مونکي پنهنجي ياءَ چندر جي جيون- ڪٿا مان واقف ڪري ڇڏيو.

ڪجهه وقت جي مسافري ڪانپوءِ اسانجون اکيون ملڪ جي نواڻ، رستي جي خطري- هڪڙي پر ٽڪريون ۽ ٻئي پر اوڙاه، جنهنمان جهلم گهرگهاٽ ڪندي، زوم سان پئي وهي- ۽ سبز نمائن سان هري مري ويون. مون قدرت جي سدا- ڦرندڙ ۽ ڦري ايندڙ سونهن جا ڍڪ سرڪون پري پئي پيتا. پر سياڻن جو قول آهي ته هر ڪا شي اعتدال يا پوري پني انداز کان ٻاهر روح جي تندرستيءَ لاءِ خطرناڪ آهي. ازانسواءِ تبديل ۾ زندگيءَ جو ذائقو آهي. ڪي فيلسوف ته ائين ٿا چون ته زندگي خود تبديل آهي، جا لڳاتار وهندڙ نهر جيان پنهنجا رنگ ۽ روپ سدا پيئي مٽائي. خير، ڪٿن ته هجي: مون پنهنجين اکين کي آرام ڏيڻ لاءِ، آنهن کي هن قدرت جي لازوال حسن جي دستر خواني تان ڪٿي پنهنجي

ساهيڙيءَ ڏانهن ڪيو، ۽ چيو: ”جنهن سونهن جي پوڄاريءَ جي طلب ۾ نڪتا آهيون، تنهنجي جيون-ڪٿا مان مونکي ڪجهه واقف ڪريو ته ڏاڍو چڱو.“

هن پنهنجا نيڻ هيٺ، پاسي کان وهندڙ نرمل نير تان کڻي، مون ڏي نهاريو، سندس سينو هڪ هلڪي ٿڌي ساهه کان ٿورو مٿي ٿيو. سندس اکين ۾ ڪن لاءِ درد جو ڪڪر مڙي آيو، ۽ آهي هيٺ ٿي ويئون. هن چيو: ”هن جي جيون-ڪٿا پڌائڻ سان شايد مان وڃايل آنند واپس جهٽي سگهان. گهٽ ۾ گهٽ، منهنجي دل جو موجوده بار هلڪو ٿيندو ۽ هيءَ مسافري جا هن ريل ڇيل پڪڙيل سونهن جي هوندي به منهنجي ملول من کي ڪا به راحت نٿي بخشي، سا سولائيءَ سان طي ٿيندي.“

ڪجهه وقت هوءَ سن ۾ سمائجي ويئي: جيڪس گذشته ياد ڪري رهي هئي. نيٺ، چيائين: ”مان سلسليوار يا تفصيلوار ڪٿا، ڪانه ٿي پڌايانوَ. هن جي حياتيءَ مان ڪي اهڙا درشيه بيان ٿي ڪريان، جن مان سندس يڳاني شخصيت جو چٽر توهان جي من ۾ اُميد ته ظاهر ٿي پيهندو.

”پالاڻ ۾ ئي هو هڪ آپهتو پار هو. پين پارن جيان هنلاءِ رانديڪن ۽ پين وَستن جي دنيا آنهن رانديڪن ۽ وُستن جي آستول روپ ۾ پوري ڪانه ٿئي ٿي. آها هن جي ڪلپنا ۾ پڪڙبي، پکڙبي اننت ۾ آلوپ ٿئي ٿي. انهيءَ ڪري هن هر ڪنهن شيءِ کي ڪنهن نئين، غير معمولي نقطه نگاه کان ڏٺو ٿي. هنجي لاءِ ڪا به شي بيجان جڙ جي جڙيل ڪا نه هئي. هن هر ڪنهن وَٽ کي چيتن- روپ ٿي ڏٺو. انهيءَ ڪري هو خسيس ۾ خسيس شين کي ڪنهن عجيب سونهن جي جلويدار لباس ۾ جرڪندو پسندو هو، ۽ آن کي پنهنجي ڪلپنا ۾ شخصيت بخشي، آن مان عجيب وندر ۽

ورونهن حاصل ڪندو هو.

”مان ۽ منهنجي ساهيڙي ليلان سندس ساٿي هيوسين. ليلان، ڪمل- نئني ليلان، پنهنجيون وڏيون وڏيون اکيون ڦاڙي، هنجي ڪلپنا جي ويسدارين کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪندي هئي، ۽ سندس منهن تي اچرج ڇانئجي ويندو هو. ليلان جي چندر سان دل هئي، پر هن محجوبي مڪڙيءَ جو معصومي پيار سندس حجاب ۾ ئي پوشيدو رهجي ويندو هو؛ ۽ چندر پنهنجي ڪلپنا جي سنسار ۽ آن جي جيوَن ۾ اهڙو محو هوندو هو، ۽ ليلان جي دنيا کان اهڙو پري، جو ليلان جي دل جا اُمنگ سندس دل جي درياه ۾ ڪي به ترنگ پيدا نہ ڪندا هئا.

”آنهيءَ زماني جي هڪ ڳالهہ، هڪ واقعو، ياد تو آچيم. چندر اڃا ڏهن ورهين جو هو ۽ ليلان اٺن ورهين جي. اسان ٽنهي گهرجي چوڌاري ننڍڙي باغيچي ۾ پئي راند رهي. مان جيتوڻيڪ پنهي کان عمر ۾ وڏي هيس، چندر کان بنهہ ڏيڊ سال وڏي، تہ بہ اسان جي سنگت جو اڳواڻ هميشه چندر هو. هن جي جسم ۾ آهي آروڪ شڪتيءَ جا چشما هئا، هنجو سنهو، پتلو بدن اهڙو تہ لچڪيدار ۽ چست ۽ قوّت هو، هنجي دل جا جذبا ۽ اُمنگ اهڙي تہ زور ۽ شد مد سان تي ظاهر ٿيا، جو هنجي شخصيت جي اڳيان اسين گويا بہ پاچولا هيوسين. هنجي اڳواڻي اسان اٿين تي قبولي جو چڙ تہ اسانکي آن ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو ئي ڪونہ هو.“

”اسانجي باغيچي ۾ هڪ ٻهرو هو. گهر جي جهور ٻڍي نوڪر چاڳي جو مغز سدائين آنهيءَ ٻهري جي چوڌاري عجيب غريب ڪهاڻين جي آلت ٻيو آڻندو هو. ڪيترون نہ جنن پوتن ۽ راڪاسن جون وچتر آکاڻيون اسانکي ٻڌايون هئائين جي جيڪڏهن آنهيءَ ٻهري کان شروع نہ ٿينديون هيون تہ

نڌان ته جهائي اُنهيءَ ۾ ڪنديون هيون! انهيءَ ٻهري ۾ اسان جا ابا ڏاڏا دارونءَ جا دنگ ۽ مٽ رکندا هئا. ڪڏهن قضاني، جي ڪو مٽ ڀڳل ڏسبو هو، يا دنگ خالي، ته ڪا نه ڪا جن پريت جي روچڪ ڪهاڻي ذهن وٺندي هئي، ۽ ڇاڳو جو نندي ڪان ئي پرمي هو، سو آها ٻڌڻ سان ياد ڪري ڇڏيندو هو، ۽ ٻارن کي وري ٻڌائي، پنهنجي يادگيري پڪي رکندو آيو هو. مان ٻانيان تي ته ٻابي ڪي به اهي ساکيون آکاڻيون جن سان اسانجي دل وندرائيندو، اسانجي ڪلپنا آتاريندو ۽ اسان جي هردي ۾ طرح طرح جا جذبا، ڊپ جي جذبي سوڌو، پيدا ڪندو هو، سي ٻڌايون هئائين، جو جڏهن گهر جي ڪنهن ڪنڊ ۾ اسان کي آکاڻيون ٻڌائيندو ڏسندو هوس تڏهن سندس چپن تي هڪ مسڪراهٽ ڪن پل لاءِ رقص ڪندي نظر ايندي هئي.

”اسين ٽيئي راند رمندي، رمندي، انهيءَ ٻهري جي منهن وٽ اچي پهتاسين. اُن تي نظر پوڻ سان چندر ڪان جا راند اسان پئي رهي سا وسري ويئي. سندس اکين ۾ هڪ آلوڪ جوت جهلڪڻ لڳي، ۽ ليلان ۽ مونکي هٿن کان جهلي، چيائين: ’اچو ته اندر ٻهري ۾ هلون.‘ اسين ٻئي ٿڪي بيهي رهياسين. مون ته صاف چيس: ’اندر اگهور اونده ۽ سپ ۾ مان ڪانه هلنديس.‘ ليلان جا چندر جي پٺيان پاتال ۾ به هلي وڃي ها، تنهن به چيس: ’اندر جو راڪاس وٺو آهي!‘ چندر پرسان ٻيل هڪ سڪل تاري ڪٽي، ورائيس: ’اچي ڏس ته ڪئن نه تو ماري ڀڄايانس.‘

”ليلان جو هٿ چندر جي هٿ ۾، ٻئي طاق مٿي ڪري، هيٺ لٿا. اجان ٻ، ٽي قدم مس کنيا هونداءُون ته اندران ڪنهن شي جي ڪرڻ جو دل ۾ ڌڏڪو پيدا ڪندڙ آواز ٿيو ۽ انهيءَ جي ٻنهي، پٺيان ليلان جي دل ڏاريندڙ چيخ. مان ٻوڙي

اندر گهڙيس. منهنجي پرسان هڪ ڪارو ٻلو لنگهي، پڇندو ٻاهر ويو. اندر ڏسان ته چندر ليلان جو سر پنهنجي سيني تي رکي، ڪيس سامت ۾ آڻڻ جي ڪوشش پيو ڪري ۽ چئي ته 'راڪاس منهنجو لڪڻ ڏسي پڇي ويو.' اسان ٻنهي ليلان کي آهستي آهستي آڻي ٻاهر ڪيو. ٻاهر جي تازي هوا پائي جي چندن جلد ڪيس هوش ۾ آندو. پوءِ ته مان اچي چندر تي چڙيس: 'هليو آهي راڪاس مارڻ. ڏٺءِ ڇا مان ڇا تي پيو؟' پر هن جو هڪڙوئي جواب: 'پر راڪاس ته مري ويو.'

"ٻارهن تيرهن ورهين جو ٿيو ته سندس جيوت ۾ هڪ پيو ليڇڻ بڪڻ لڳو. سونهن هر ڪنهن رنگ ۽ روپ ۾ مٿس گهرو اثر وجهڻ لڳي. سهڻي مصنوعي شي، يا ڪنهن سهڻي چتر، يا قدرت جي ڪنهن سهڻي نماءَ ڏسڻ سان سندس روح قبض ٿي ويندو هو. اڪيون آنهيءَ ۾ وجي ڪپنديون هيس، ۽ پنهنجي هستيءَ جو سڏ سماءَ بنهه پلجي ويندو هوس. مون کي ياد آهي ته هڪ ڏينهن منهنجي پندرهين ورهيه ۾ پير وجهڻ تي آميءَ مون کي هڪ نهايت نزاڪت واري قيمتي ساڙهي سوکڙيءَ طور ڏني. چندر کي جڏهن ڏيکاريم تڏهن هن تي هڪ عجيب برقي اثر ٿيو. ڪا مهل ساڙهي هٿ ۾ جهليو، ڪنهن سماڌي ۾ ويٺو هو، پانئين ته آنجو سؤکم روپ تڪي رهيو هو. نيٺ، جهٽڪي سان آن کي پنهنجي سيني سان لڳائي، ڪومل آواز ۾ چيائين: 'آئي سندر، راڌڪا، آئي سندرا!' مون پنهنجون ٻانهون سندس گلي ۾ وجهي، چيو: 'مها ڪوي، چندر مها ڪوي!'"

منهنجي هم- مسافر ساهيڙيءَ جي اکين ۾ آنند جي جهاڪ جهلڪڻ لڳي. سندس منهن خوشيءَ ۾ ٽڙي خوش-نما ٿي پيو. اکيون بند ڪري، ڪجهه وقت هوءِ انهيءَ آنند جي

ذاتقي چڪڻ ۾ مشغول هئي. مان سڃي ڪرڻ ڪان رهي نٿو سگهان ته سندس چهري جي بهار ٿيڻ تي منهنجي دل ۾ بهار بهار ٿي. سندس صورت جي هن نئون ورن ڏسڻ سان، مون سندس ذاتي سونهن جو مشاهدو ماڻيو، ۽ منهنجي دل ۾ خوشيءَ جي هڪ مانيٺي لهر آئي. مان سندس سونهن ۽ سيپتا، سندس حسن ۽ تهذيب تي، عجب کائي، غور ڪرڻ لڳس. هڪ سيپي، سهڻيءَ استريءَ ۾ جي گڻ هئڻ گهرجن سي سڀ مون ڪي هن ۾ ڏسڻ ۾ آيا. ازانسواءِ ڪيس بيان ڪرڻ جو ڪهڙو نه سندر ڏانءُ هو! منهنجي دل مٿئين ذڪر مان ۽ تي ڳالهيون ته جائي جهٽيون هيون، هڪ ته هوءَ چندر ڪان ڏيڍ سال وڏي هئي؛ ٻيو ته سندس نالو راڌڪا، نڌيڙي راڌا، هو؛ ۽ ٽيو ته ليلان، ڪمل-نئني ليلان، چندر جي جيوت ۾ ڪو گهرو ڀرو ورتو هوندو.

نيٺ، هن پنهنجيون اکيون کولي، مونڏي نهاري چيو: ”آهو ڪهڙو نه آنندمي سمو هو! چندر پنهنجيون ڪوتائون جوڙي، ٻوڙندو ليلان ۽ مونوٽ ايندو هو، ۽ باغيچي جي ڪنهن گوشي ۾، اسان ٻنهي کي وڻ جي هيٺان ويهاري، پاڻ اسانجي سامهون ٿي ٻيهندو هو ۽ پنهنجي ڪوتا پڙهڻ شروع ڪندو هو. سندس منور وڏين اکين ۾ سپنا آڇي واسو ڪندا هئا، ۽ سندس آواز ڪوتا جي جذبات جي گهرائيءَ يا هلڪائي مطابق پيو مٿي چڙهندو ۽ هيٺ لهندو هو. منٽ ٻن ڪانپوءِ پنهنجي هستيءَ جو سماءُ ميٽي ويندو هوس، ۽ هو هڪ شمع جي لاٽ جيان، ڪوتا جو سڄيو روپ بڻجي آسانجي سامهون بيٺو هوندو هو. اسان ٻنهي تي جادو جو اثر ٿي ويندو هو، مگر هيءُ جادوگر اور هو. هن نڪي ڀڳل گهڙيءَ ڪي ثابت تي ڪيو، نڪو وري ربيو رومال ۾ وجهي، آهو ڪنهن تماشبين جي هٿ ۾ ڏيئي، گم ڪري، ٻئي ڪنهنجي ڪيسي يا ڪنهُ

مان تي ڪيدو. هن مانديءَ جو منڍ آور هو. هنجي مرلي ڪنهن آور، الوڪڪ راڳ سان اسانجي جذبات ۽ ڪلپنا سان راند ٿي رهي. تماشبينن نڪي ڪاوڙ تي، نڪي ڳڊ ڳڊ تي تاڙيون ٿي وڄايائون. آهي خود راڳ ۽ راڳمنڊڙ سان هڪ ٿي ٿي ويا.

”ڪنهن مهل ٿيٺي، هٽ هٽ ۾، نديءَ جي ڪناري تي سير پيا ڪندا هئاسين. سرشٽيءَ جي هر ڪا وَٿ سندس نظر جهٽيندي هئي، ۽ سندس شاعراني زبان اُن کي آهو روپ عطا ڪندي هئي جو آها رواجي شي ڪنهن نئين رنگ ۾ ڏسبي هئي، دلچسپ ۽ دل- ليائيندڙ رنگ ۾؛ ۽ هن جي سنگ اسين به اُنهيءَ دنيا جو سير ڪنديون هيوسين جتي ڪجهه به رواجي يا خسيس ڪونهي، جتي هر ڪنهن وٿ کي پنهنجي يگاني، جلويدار هستي آهي.

”سندس حياتيءَ ۾ ڪي اهڙا به ڏينهن ايندا هئا جو هو، اڪيلو ٿي اڪيلو، ٻنين ٻارن يا نديءَ جي ڪناري تي پيو گهمندو هو. سندس منهن ڪنهن عجيب شوق سان پيو ٻهڪندو هو. پر آهو شوق پرڦلتا جو نه، پر طلب جو هوندو هو. هو ڪنهن الوڪڪ وَٿ جي ڳولا ۾ هوندو هو. آهو ڇا هو جنهن کي هن ڳوليو ٿي؟

”هڪ ڏينهن، مون کيس هڪ پورن- ڪڙيل ڳلاب جي گل وٽ بيٺل ڏٺو. سندس اکيون گل ۾ کتل هيون، پر اهو ظاهر هو ته هن اُن جي پار ڪنهن سوکم وٿ ڏي ڇتائي پئي نهاريو. مان جيتوڻيڪ سندس ويجهو ويس، ته به هن کي منهنجي اچڻ جو سماءُ ڪونه پيو. ڏهه پندرهن منٽ مان هيڏانهن هوڏانهن ٽهلي موٽيس ته به هو آهينئين بيٺو هو. سندس سارو سرير سوٽ ٿي ويو هو ۽ سندس منهن، خاص ڪري اکين ۾، هڪ آهو آهاءُ هو جو هن عالم جو نٿي ڀاسيو. مان ڇپ چاپ آتان هلي

ويس. ڪلاڪ ٻن ڪانپوءِ جڏهن ساڻس ڳالهايس، تڏهن ڪانئس پڇيم: ’چندر، اڄ گلاب جي گل ۾ ڪهڙي پري پيڪر ڏسي رهيو هئين؟‘ هن ڏاڍي گنڀيرتا سان ورائيو: ’مان سونهن جو ذاتي روپ ڳولي رهيو آهيان. هي سڀ سهڻيون شيون صرف اُنهيءَ ڏانهن رستا آهن. مان ضرور سونهن جي الوڪڪ ديويءَ کي ڳولهي لهندس. منهنجي آتما جو نواس اُن ۾ ئي ٿي سگهندو. جيستائين مون کيس نه پاتو آهي، تيستائين منهنجو روح سدائين بي چين ۽ بي آرام رهندو. دنيا ۾ سهڻي ۾ سهڻي شي مون کي اپورن پيئي ڀاسي. ليلان ئي ليلان ڏس. سندر، آئي سندر آهي. پر منجهس ڪا مڙيائي اپورنتا آهي، جو مان کيس سوپيا جو پورن روپ نٿو سمجهان. منهنجي ڪلپنا ۾ سونهن جو آدرش آهي. اُنهيءَ کي مان جسماني ويس ۾ ڳولي رهيو آهيان.‘

”مون پڇيس: ’پانئين ته تم پورنتا سنساري وٿن يا جيوَن ۾ ممڪن آهي؟‘

”چيائين: ڪٿن چئي سگهجي؟ مون کي فقط ايتري خبر آهي ته جيستائين پورن سونهن جو مشاهدو نه ماڻيو اٿم تيستائين مون لاءِ نه چين آهي نه آرام. منهنجو روح اُنهيءَ لاءِ تڙڦندو ڦرندو.“

---

## باب ڏهون

هن هڪ ٿڌو ساهه کنيو، ڳالهه جو سلسلو قائم رکندي، چيو: ”هن، نيٺ، پنهنجو سونهن جو آدرش لڌو؛ پر قسمت کيس اکين وڃڻ، ديوانو ڪري ڇڏيو.“

راتڪا، منهنجي همراهه مسافر ساهيڙي، هڪ اونهي تنبيهه ۾ پئجي ويئي. مان به هن ڦٽندڙ مجذوبي شاعر جي آدرشي جيون جي ويچار ۾ غلطان ٿي ويس. هو هن اسٿول لوڪ جو جيون ٿي پاسيو. ڪنهن سوڪم، سندر لوڪ جو جيو چوڪ کان هن سنسار ۾ اچي پيو هو. پنهنجي ابائي عالم جي يادگيري ميسارجي نه وڃڻ ڪري، سدائين انهيءَ جي سڪ ۽ ڇڪ کان بي چين هو. پورڻ سندرتا جو آدرش، جنهن ۾ سندس آتما جو نواس هو، سو کيس هن اپورڻ سنسار جي اپورڻ وٿن ۽ جيون ۾ ڪٿان پڙ پيو هوندو؟ ڇا ۾، ڪنهن ۾ هن اهو آدرش پاتو هوندو؟ من ۾ انهيءَ سوال اٿڻ سان، مون ۾ هن جي جيون-ڪٿا وڌيڪ ٻڌڻ لاءِ حرص وڌيو، ۽ مان پنهنجي خيال ۾ محو ۽ ملول ساهيڙيءَ کان پڇيو:

”هن سنسار جون سڀ وٿون اپورنتا جي سراپ هيٺ آهن. مڪمل حسن، پورڻ سونهن جو مظهر هنکي اهڙي سنسار ۾ ڪٿان نصيب ٿيو هوندو؟“

راتڪا مون ڏانهن تپرس سان نهاريو، ۽ وري هڪ سرد آه ڀري، چيائين: ”اهوئي ته هن جي ازحد اياڳ جو ڪارڻ آهي. سندرتا، سچ، پنهنجي محجوبي، مُکڙي تان پنهنجو حجاب لاهي، هنجي اکين اصلي پورنتا جي روپ ۾ پاڻ پڌرو ڪيو. توهان شايد سنسڪرت ساهتيه ۾ هڪ ڪٿڪ جي جيون-ڪٿا پڙهي هجي. هو هر روز رات جو راجا کي هڪ نئين ڪهاڻي

ٻڌائيندو هو. انهيءَ ڪم ۾ ورهيه لنگهي ويس، ۽ نيٺ سندس آڪاڻين جو انبار به اچي ختم ٿيو. پر جڏهن رات جو راجا کي وينتي ڪيائين ته 'مهاراج، مونوٽ هاڻ ڪا به نئين آڪاڻي ڪانه بچي آهي جا توهانجي چرڻن ۾ پيش ڪريان'، تڏهن راجا ڪوپ ۾ چيس: 'اڙي مورک، تڏهن مان ننڊ ڪيئن ڪندس؟ توکي ٽن ڏينهن جي مهلت آهي. انهيءَ عرصي اندر جي ڪا نئين ڪٿا نه آچي ٻڌائيندين ته سوريءَ تي لٽڪايو ويندين.' ويچارو ڪٿڪ ڏاڍي وياڪل ۽ پريشان حالت ۾ ڀٽڪندو، ڀٽڪندو، ڪئلاس جبل تي اچي پهتو. شو مهراج، ڪئلاس-پتي، انهيءَ وقت پنهنجي ارڌانگني اُما کي هڪ ڪٿا ٻڌائڻ آرنڀ ٿي ڪئي. ڪنهن منڪ کي پريان ايندو ڏسي، هو ترسيو. ڪٿڪ جڏهن وٽس پهتو ۽ ڏنڊوت ڪري، آسيس مڱيائين، تڏهن ڀولانات پڇيس: 'اي منڪ! تون ڪٿان گهياجي هتي آيو آهين؟' ڪٿڪ ويچاري پنهنجي بيوسيءَ جي حالت بيان ڪري ٻڌائي. شو شنيوءَ، تنهنتي، کلي چيس: 'تڏهن ته تون بلڪل ٺيڪ موقعي تي آيو آهين. مان اِجهو هينئر اُما کي هڪ ڪٿا ٿي ٻڌائي. هاڻ ويهه ۽ ٻڌ.' پوءِ شو مهراج هڪ نهايت روچڪ کهاڻي آرنڀ ڪئي، جنهن ۾ هڪ هنڌ لڪشميءَ جي الوڪڪ سونهن جو دل- لڀائيندڙ ذڪر آيو. جڏهن کهاڻي پوري ٿي، تڏهن ڪٿڪ مهاديو جي پيرن تي ڪري پيو، ۽ وينتي ڪيائين ته 'اي ديوَن جا ديوُ! مون مسڪين جي هڪ ٻي به وني آهي.' شو مهراج چيس: 'چئو جيڪي چوڻو هجيئي.' هن عرض ڪيو ته 'اي ديئن جا داتا! مون کي لڪشميءَ جو انهيءَ وير جو درشن ڪرايو جنهن وير هوءَ جر مان نڪري نارائڻ جي چرنن وٽ اچي براجمان ٿي.' مهاديو سمجهايس ته 'اي مورک! انهيءَ وقت جي سندرتا جو تيج ڪنهن به منش جون اکيون سهي ڪونه سگهنديون. انهيءَ ڪري، انهيءَ ڳالهه تان

لهي وڃي، پر هو پنهنجي هوڏ تان هيٺ نه لٿو. ديوتن جي ديو، لاچار، لڪشميءَ کي پالوٽ سڏيو. ڪن پل ڪانپوءِ، آڪاس ۾ آهاءُ ٿيو ۽ تيجسري سندرتا جو تجلو ڪٽڪ جي اکين ۾ ٿيو. اُن جو تيج هو برداشت ڪري نه سگهيو ۽ مورڇت ٿي ڪريو ۽ ساهه جي مڙ ڇڙي ويس. ڇو ته اڄ ڏينهن تائين هن آپاڳي ڪٽڪ جو آتما انهيءَ سونهن جي پٺيان حيران ۽ پريشان ٿي ڀٽڪي رهيو آهي. سهسين جنمن وٺڻ سان به آهو ترپت، نه ٿيو آهي.“

مون پڇيو: ”پر اهڙي الوڪڪ سونهن ڪنهن استول روپ ۾ ڪٿن ڏسي سگهبي؟“

هن وراڻيو: ”اهو مان ڪئن چئي ٿي سگهان؟ مونکي فقط اِها پڪي سڌ آهي ته چندر انهيءَ سونهن جو درشن ليلان جي استول سرير ۾ پاتو.

”هڪ ڏينهن، اسان ٽنهي ڪراچيءَ جي هوا بندر تي سمنڊ جي ڪناري تي پئي پسار ڪيو. ليلان ۽ مان چندر کي گڏجڻ لاءِ بابي سان گڏجي ڪراچيءَ ۾ آيون هيوسين. چندر ڪراچيءَ جي ڪاليج ۾ بي. اي. جي ڊگريءَ لاءِ پڙهيو پئي. گذريل وئڪيشن تي اوچتيءَ بيماريءَ ڪري، گهوٽ اچي نه سگهيو هو. اسان ٽنهي جو چندر ۾ ساهه هو. اسين پلا سندس بيماريءَ جو ٻڌي، ڪئن دور رهي ٿي سگهيوسين؟

”خير، سمنڊ جي ڪناري تي، چندر جي سنگت ۾، پسار ڪرڻ ۾ اسان ٽنهي کي بي‌حد آنند پئي آيو. سورج ديوتا سمنڊ ۾ لهي ڏيئي آلوپ ٿي ويو هو، ۽ آفق تي اول ڪڻي ۽ پوءِ سرخ رنگ جي جهرمر لڳي ويئي. سنهين، سفيد آڀن به سرخ رنگ ويس وڳا پهري، آسمان جي نيلي نير تي سير پئي ڪيو. اوچتو، موڙڻ جي ارادي سان، جان ڪنڌ ورايوسين ته شفق جي شهه-حسن جو نظارو ڏسي، اسان جا قدم بنهه بيهي

ويا. انهن پانهوسين ته ڪنهن نئين عالم ۾ اچي پيا آهيون، جتي نه آهي تڪي، اڪيون ڪيندڙ روشني، نه اونده، نه گرمي نه سردي، جتي جيوت جا سڀ ضد، سڀ دوند مليو، هيڪڙائيءَ روپي حسن ۾ هڪ ٿيو وڃن.

”ليلان جي مک مان ڪومل، جهيڻا لفظ ازخود نڪتا، کهڙي نه آلوڪڪ سندرتا!، اسان پنهي ڏانهس نهاريو. هنجون اکيون شفق جي شاندار نظاري ۾ ڪتل هيون ۽ هن رنگينيءَ جي وايو منڊل ۾ خود سندس سونهن الو ڪڪ ٿي پيئي هئي. چندر، ليلان جو هيءُ نئون حسن ڏسي بي خود ٿي ويو. هنکي پانهن ۾ جهلي، سيني سان لڳائي، چيائين: ”ليلان“ ليلان، منهنجي پورن سندري! منهنجن سپني سپنن جي پر ڦلتا!، ليلان جي ڳلن تي سرخي آئي ته هوءَ تهائين وڌيڪ سندرتا ۾ جرڪڻ لڳي، ۽ چندر سندرتا جي مدهوشيءَ ۾ وجد ۾ اچي ويو.

”اول سچيت ليلان ٿي. هوءَ پاڻ کي هنجي ٻانهن مان آهستي آهستي ڇڏائي، ڊوڙي، وڃي موٽر ۾ ويٺي. چندر آتيني وجد جي حالت ۾ بيٺو هو. هو، اُن مهل، آنند - سماڌيءَ جو سچو سروپ هو؛ سندس ساري سرير مان آنند پئي بکيو.“

مون آبهرو ٿي پڇيو: ”پر انهيءَ پورن سندرتا جي درشن ڪيستائين جتاءُ ڪيو؟ هنکي ليلان ۾ پوءِ بہ ساڳي پورن سندرتا ڏسڻ ۾ آئي؟“

راڌڪا چيو: ”ها، ليلان هنجي لاءِ سديو پورن سندرتا جو سچيو روپ بنجي پيئي. آنهيءَ سونيءَ گهڙيءَ کانپوءِ، ڪڏهن بہ هن سندس سونهن ۾ ڪو نقص نہ ڏٺو. هنلاءِ هوءَ پريپورن هئي.“

مون انهيءَ تي روشني وجهڻ جي نوع ۾ چيو ”تحقيق، سونهن انسان جي هردي ۾ تي وسي ۽ نہ ٻاهرئين وٿ ۾.“

”معاف ڪجو مان انهيءَ ۾ اوهانسان شامل راءِ نہ آهيان.

سونهن، برابر، انسان جي هردي ۾ وسي ٿي، پر جڳت جون بيون وٿون به آن ۾ ڀرو وٺن ٿيون. هرهڪ انسان جي دل ۾ سونهن جو پنهنجو پنهنجو آدرش آهي، ۽ جڏهن ڪنهن ٻاهرئين شي يا ڪنهن ٻاهرئين روپ جي سونهن انهيءَ آدرش سان اچي ملي ٿي، تڏهن هنجي دل از خود انهيءَ ڏي ڇڪجيو وڃي، ۽ هو ائين محسوس ڪري ٿو، ته سونکي زندگيءَ ۾ عزيز ۾ عزيز چيز هٿ آئي آهي.“

مون گنڀيرتا سان چيو: ”مان ڀانيانٿو ته مونکي پنهنجو رايو ڦيرائڻو پوندو، ڇاڪاڻ ته منطق جي نگاه کان توهين مونکي وڏيڪ برابر ٿا معلوم ٿيو. خير هيءُ مسئلو ڪنهن فراغت جي وقت حل ڪبو. مان اهو ڄاڻڻ لاءِ آتو آهيان ته هو پورن سندرتا جو سچو روپ پائي به ڪئن اهڙي دک جو شڪار ٿيو، جنهن کيس ذري گهٽ ديوانو ڪري ڇڏيو.“

منهنجي ساهيڙيءَ نهايت درد ڀريئي آواز ۾ آئيو: ”اها ڪهاڻي بالڪل دلسوز ۽ دکدائڪ آهي. انهيءَ جو ڇڙو ويچار منهنجي سرير ۾ سياٽو پيدا ٿو ڪري. پر جيسين اوهان کي آها نه ٻڌائيندس، تيسين توهان کي چندر جي شخصيت جو پورو چتر نه ملندو.

”انهيءَ خوش-نصيب حادثي کان ٿي مهنا پوءِ، چندر جي هڪ ڪوتا ڇپجي پڌري ٿي، جنهن ۾ سندس پورن سندرتا جو درشن بخوبيءَ بيان ڪيل هو. ڪوتا جي آخرين ڀاڱي ۾ هن سماجڪ پابندين تي جلهه ڪئي هئي، ۽ انهن کي انساني چسائيءَ ۽ اگهان جو نتيجو سڏيو هو. هن جي راءِ موجب انسان جي سموري دک ۽ ڪشٽ جو ڪارڻ شاديءَ جون پابنديون آهن. شادي، هن جي ويچارن موجب، سونهن ۽ پريم جو سيلاب آهي، ۽ ٻاهريون پابنديون سونهن توڙي پريم ٻنهي کي ٻوسائي مارين ٿيون. انهن ٻنهي جي وڌڻ ويجهڻ جو

مدار آهي آزاديءَ جي وادو منڊل تي. انهيءَ ڪري وهانءَ جي
ڪرٻا ڪرمن کي هن خوب نِنديو هو.

”ڪوتا سندر هئي ۽ سنڌي ساهت ۾ هيءَ هڪ نئون
ور هو. منجهس مشاهدي جي قوت ۽ خوش-گفتاري ٻئي هئا.
پر سماج جي پابندين تي سندس آزاد خيالن متس نڪته چينيءَ
جو پهاڙ ڪٽي ڪيرايو. هندو سماج جي دردِ آچارين سندس آزاد
خياليءَ تـ-ي اخبارن ۾ ليکن ۽ پترن جـ-ي دوارن خوب ڇوه
ڇنڊيا ۽ کيس ’مليڇ-ٻڌيءَ وارو سماج-گهاتڪ‘ ڪري سڏيو
شاعر اڳيئي ڏکئي وٽ، تنهنتي انهيءَ ٽيڪا ٽپڻيءَ ڪهڙو اثر
ڪيو هوندو تنهنجو تصور توهين پاڻ ڪري سگهو ٿا. هن
بنيادي سامپوادي متن جو اڀياس ڪرڻ شروع ڪيو. سماج جي
موجوده مانداڻ کي ڊاهي، ست، سندرتا ۽ سنيهه تي سماج جي
نئين عمارت اڏڻ جـا سپنا لهڻ لڳو. ڪراچيءَ ۾ سندس سر
جوشيءَ سان ’بنيادي آزاد-خيال مصنفن جو منڊل‘ برپا ٿيو،
جو ليکن، ڪهاڻين ۽ ڪوتائن سان سماج ۾ تبديل آڻڻ جي
سر گرم ڪوشش ۾ جنبي ويو. ساري پرانت ۾ آزاد خياليءَ
جي هڪ نئين لهر آئي.... پر انهيءَ کان ته توهين پاڻ بخوبيءَ
واقف هوندا.“

”ها، مان انهيءَ نئين ساهت ۽ آن جي اثر کان غير
واقف ڪين آهيان. پر مونکي اها سڌ ڪانه هئي ته آنهن جو بنياد
هڪ شاعر جي سپنن ۾ هو.“

”سپنا ساڀيا کان وڌيڪ شڪتيوان آهن،“ راڌڪا چيو.
”دنيا ۾ جيڪي نيون سڌاري يا تبديل جون تحريڪون ٿيون
آهن، تن مڙني جو بنياد ڪنهن اوتار، ڪويءَ يا گيانيءَ جي
سپنن ۾ هو. انهن سپنن مان ڪا اهڙي شڪتي آتپن ٿئي ٿي، جا
سماج ۾ ڪنهن ڏس ڏي آسرڻ جو آمنگ اتاري، ان جو روپ
۽ رنگ ڦيرايو ڇڏي.“

”ها، اهو ٺيڪ آهي. پر چندر جي انهيءَ ٿيڻ مشغوليءَ سندس حياتيءَ ۾ ڦيرو ڪيئن آندو؟“

”چندر جي بنيادي آزاد خيالن، ليلان جي مائٽن کي ڇرڪائي ڇڏيو. ليلان جو پيءُ سناتن ڌرم مهاوديالي جو هيڊ ماستر آهي. ماستر ته گهڻو ڪري درڍ آچاري ٿيندا آهن، پر ليلان جو پيءُ ته بنهه اٽل درڍ اچاري آهي. هن ليلان کي چندر سان گڏجڻ مسجڻ جي آزادي به انهيءَ ڪري ڏني هئي جو ٻنهي ڪٽنبن ائين ٿي ٿي سمجهيو ته جلد ٻنهي جي هڪ ٻئي سان شادي ٿي ويندي. پر چندر جي هنن نون خيالن هن کي ڊچاري ڇڏيو. هو ڪئن پنهنجي ڪچڙي نينگري هڪ اهڙي جيو کي ارپي سگهيو ٿي، جو ڌرم-ليتيءَ ۽ سماج جي پابندين جو وروڌي هو، جنهن ورواه جي ٻنڌن کي ٽوڙي، آزاد پريم جون لاٽون ٿي لنويون؟ ٻنهي ڪٽنبن ۾ انهيءَ مسئلي تي بحث مباحثا ٿيڻ لڳا. بابي نهڪام ويچار سان ساري ڳالهه سوچي ليلان جي پيءُ کي رهائي آچي، ۽ ٻن چئن ڏينهن ۾ ليلان جو مڱڻو هڪ تازو آءِ. سي. ايس. ٿي آيل نوجوان سان ٿي ويو.

”ويچاري ليلان! ڪنهن به سندس اُمنگن ۽ آرادن جو ويچار ڪونه ڪيو. مائٽن کيس پنهنجي ملڪ ٿــي سمجهيو؛ انهيءَ ڪري پانيائون ته ڪين هرڪو آڏڪار هو کيس آڪلائڻ جو. ڪومل، نيلوفر جهڙي نرمل ۽ نفيس ليلان هفتي انــدر هپائجي ويئي. سندس منهن مان جوانيءَ جو جوهر ۽ خوشيءَ جي جهلڪ آڏامي ويا. گهڻيئي ويج طبيب آيا، پر نينهن جي نراسائيءَ جو علاج انهن کان نه ٿيو. هڪ ڏينهن منهنجي ڀڃا ڪيائين. سندس مڱڻي بعد مان ساڻس گڏي ڪانه هيس جيتوڻيڪ سندس بيماريءَ جو سماءُ روزمره پاڙي مان ڪنهنڪان لهي ايندي هيس. دل گهڻوئي گهرندي هئي ته سندس بستري پرسان وڃي هجان، پر ظاهري سببن ڪري ائين ڪري نٿي سگهيس. سندس

سڏ ٿيڻ تي امالڪ وٺس ويس. سندس هڪايل منهن ڏسي، مون کي هيبت وٺي ويئي. ويچاري ڳري ڪندا ٿي ويئي هئي. چهري جي چمڪ ڏمڪ هلي ويئي هئس. منهنجي اکين مان لڙڪ لڙي پيا. مون سندس نستو هٿ آهستي پنهنجي هٿ ۾ جهلي، نئڙي انکي چميو. ليلان جي منهن تي هلڪي مشڪ آئي، ۽ نهايت ڌي جهيڻي آواز ۾ چيائين: 'راڌڪا، چندر کي خاطري ڏج ته مان سديو سندس آهيان.' سندس اکيون بند ٿي ويون. سندس منهن تي الوڪڪ آنند جي جهلڪ ڏيکاري ڏني. مون نئڙي، سندس پيشانيءَ تي هڪ پريم-ڀري مٺڙي ڏني. منهنجي اکين ۾ ڳوڙها هئا، پر منهنجي دل ۾ ڪنهن آنند جي مانيٽيءَ لهر جو احساس هو جنهن هنن لفظن ۾ پاڻ پڌري ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي: 'پريم سماج توڙي موت تي جيت پاتي آهي.

"انهيءَ ڏينهن رات جو ليلان جو آتما روپي پکيئڙو بند مان بدا ٿي پرواز ڪري ويو."

## باب چوٿون

راڌڪا جي اکين مان اچا ڳوڙها سڪائي ڪين هئا تہ اسين دوميل اچي پهتاسين. رستي جي ساڄي، پهاڙ جي اوچي-ڳاٽ پيت بيٺي هئي، جنهن مان ڪٿان ڪٿان ٿڌي، نرمل پاڻيءَ جا آبشار پئي وهيا؛ ۽ رستي جي کابي هوٽل هئي جنهن ۾ رات ڪاٽڻي هئيسين، ۽ ان جي پٺيان جهلم موج ۽ مستيءَ ۾ گهر گهاٽ ڪندي پئي وهي.

سچ لهي، ڏونگرن جي پٺيان وڃي لڪو هو. اسين هٿ منهن ڌوئي، ڪپڙا مٽائي، نديءَ جي ڪناري تي ٿهلندا، پرسان ئي جا جهلم جي مٿان پل آهي، تنهنتي اچي بيٺاسين. اسان جي

سامهون جهام ٿيندي، ڳجي ۽ گهر گهات ڪندي، اسانجي هيٺان وهي پئي. سندس پاڻي ايڏي لوڇي هوندي ٻه، بلڪل سوچ هو. آڪٽ آفيس جو هڪ ڪلارڪ اتان اچي لانگهائو ٿيو، تنهن کان پڇڻ تي معلوم ٿيوسين ته هن مڪان کي دوميل انهي ڪري ٿا سڏين جو آتي جهلم ۽ ڪرشن گنگا اچيو مان ۽ 'دو' (ٻن) جو 'ميل' يا سنگم ٿئي ٿو.

"سو هي ٿي ميلاپ - آستان آهي." راڌڪا چيو.

"قدرت ته انهي ٿي کي ميلاپ - آستان ٺي جوڙيو آهي،" ڪلارڪ وراڻيو: "پر، منهنجو ٻه منهنجي جيون - سائي ٿي سان ميلاپ هتي ٺي ٿيو. انهي ڪانپور مان هميشه ائين پائيندو آهيان ته جن ٻه جوڙن جو قسمت سانگي هتان گذر ٿئي ٿو، تنجو سچو ميلاپ هتي ٺي ٿئي ٿو. اميد ته.... نه، نه مونکي پڪ آهي ته توهان کي ٻه اهڙو آزمودو ٿيندو."

ائين چئي، هو ويندو رهيو. راڌڪا جي ڳلن تي هڪ هلڪي ٿي سرخي ٿي جو هٿ چانئجي ويو، ۽ هو ٿي منهن ڦيرائي، جهلم جي نرت ۽ ناچ ڏسڻ ۾ مشغول ٿي ويئي.

مان ٻه سندس پرسان وڃي ويٺس. ڪجهه وقت پاڻي ٿي جي چڙڪ - ماريل چولن ڏي نهاري، اکيون متي ڪٽڻ ڪانسواءِ چيم:

"راڌڪا - اميد ته مون توکي تنهنجي نالي سان سڏڻ جو اڌڪار حاصل ڪيو آهي -"

"ها، ها، توهين مونکي منهنجي نالي سان سڏي سگهو ٿا. ٻئي وري ڪهڙي نالي سان سڏيندؤ؟"

"راڌڪا، مان توکان سوال پڇان؟"

هن تپرس ڀرين اکين سان مونڏانهن نهاريو. پوءِ نهايت گنڀيرتا سان چيو: "پڇو."

مون ٿورو سوچي، ڪيس چيو: "راڌڪا، ڪالهه توکي

وڌراه ۾ ڏسڻ سان توکي سڌ آهي ته مون انهن محسوس ڪيو ته اسين آتمائن جي ڪنهن ساڳئي قبيلي مان آهيون. مون توکي انهيءَ ڪري پنهنجي آتمڪ پيڙ ڪري سڏيو. مان اهو معلوم ڪرڻ لاءِ اڌير آهيان ته توکي به ڪو اهڙو احساس ٿيو."

راڌڪا ڪيتروئي وقت سوچ ويچار ۾ محو هئي. شفق جي سرخ روشني رات جي سياهيءَ ۾ ٽڪڙي ٽڪڙي جذب ٿيندي پئي ويئي، ۽ آسمان ۾ تارن ٽڪري جهرمر لائڻ شروع ڪئي. راڌڪا، نيٺ، پنهنجون اکيون مٿي ڪڍي منهنجي منهن ۾ نهاريو، ۽ چيو: "مون نئي پاتيو ته توهان جهڙو آتمڪ سنبنڌن ۾ وشواس رکندڙ ماڻهو به آڌير ٿي سگهندو. اڌيرتا ته اوشواس جو آهڃاڻ آهي."

مون مشڪي چيو: "انسان جو پاڻ اپورن آهي، تنهنجو وشواس پلا ڪئن پورن ٿي تو سگهي؟ هنڪي ٿيي ٿيي ٿي تصديق جي ضرورت ٿي پوي."

"مون توهانم جو پهريات ڪائي وشواس ڏيکاريو— سو شايد تصديق لاءِ ڪافي سبب نه هو؟" اهو چئي، هوءَ هوٽل ڏانهن هلي ويئي.

مان چپ چاپ اُتي ئي ويٺو رهيس. پر منهنجي دل ۾ آنند جون لهرون اُڇل ڏيئي پئي لڳيون. منهنجو سارو سرير ڦوليو نٿي سمايو. منهنجي هردي ۾ ڪنهن الوڪڪ خوشيءَ جو راڳ، جهلم جي مرڌنگ سان همساز، آلاپجي رهيو هو. قصن ڪهاڻين ۾ انساني جيوت جي پرڦلتا جا گهڻائي چتر چٽيا هئم، پر اڄ مون محسوس ڪيو ته اها پرڦلتا سچ پچ چا آهي.

□

# طالب

”آهي جو سيني جيوَن جو ٻج، سوئي آهيان مان؛
نڪي آهي ڪجهه، چرندڙ يا اَچر، جنهن جو مون بنان.“
[گيتا]

”پڇيوئي تان پُور، نات پڇڻ هوءِ مَ پرين کي؛
ڏورڻ واريون ڏُوُر، هڏ نه آهن هوت کي.“
[شاهه]

(۱)

چندن - واڙي جي برفاني پل تي، چندرما جي چيٽڪ هيٺ، مون سونهن جو سر سهي سڃاتو، ۽ منهنجي ڪايا جا سڀ وڪار ويندا رهيا. مان تن توڙي من ۾ تازو توانو ۽ نئو بنو ٿي پيس. پلا، جو سروُ سندرتا جو مشاهدو ماڻي، اُئين محسوس ٿو ڪري ته اناري عالم سنئون هو پاڻ ۾ آن ۾ وسي ٿو، تنهنجي ديهيءَ ۾ روڳ ۽ دل ۾ رقت ڪيئن رهي سگهن ٿا؟

ٻئي ڏينهن، صبح جو، نيرن ڪري، مان وري پل تي آيس، ۽ آنهيءَ مشاهدي کي جهٽي، موزون لفظن ۾ قيد ڪرڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويس. ٿوريئي وقت ۾ منهنجي زمان ۽ مڪان جي سرت ميٽجي ويئي، ۽ مشاهدو ۽ آن جو شاهد هڪ ٿي، شعر جي صورت وٺندا رهيا. جڏهن وري سچيت ٿيس ۽ پينسل ۽ نوٽبڪ کيسي ۾ وجهي، نهايت ترپتيءَ سان، هڪ وڻ جي ٿڙ تي آهليس، ته اوچتو ”چندر، منهنجو چندرا!“ جو آواز

ڪن تي پيو. آواز ۾ مڌرتا ۽ آنند هو، ۽ اُنهن سان گڏ بي انت اُڪير. مون ته يڪدم سڃاتو ته اهو منهنجي راڌڪا جو آواز آهي. مون ڏاڍيءَ سڪ ۽ خوشي سان ڪنڌ ورائي، ڏانهس نهاريو. هوءَ ڊوڙندي، مون ڏي پئي آئي. مان يڪدم اٿي، ڏانهنس وڌيس. مون وٽ پهچڻ سان، هن پنهنجون ٻانهون منهنجي گلي ۾ ڪٽي وڌيون، ۽ مون کي سيني سان لڳائي، سڏڪن ۾ چوندي رهي: ”چندر، منهنجا چندر!“

نيٺ، جڏهن دل جو جذبو ڍرو ٿيس، تڏهن پنهنجا پٺي ڪومل، نفيس هٿ منهنجي منهن تي گهمائي، منهنجي اکين ۾ نهاري، منهنجي تن ۽ من جي حالت محسوس ڪرڻ لڳي، ڪيڏو نه اونهو ماتري تتو جو ڀاءُ منهنجي راڌڪا ۾ آهي! آهي منهنجي، ساڳيءَ گجيءَ ليتيل پيئي، پر منهنجي سار سنڀال مائٽيءَ ماءُ جيان ٿي ڪيائين. مون کي پڪ آهي ته جن ڏينهن ۾ منهنجي جيوت پاڳاپٽي جي اوڙاه جي بنهه ڪناري تي پئي لڙڪي، تڏهن جي مون کي سندس ماتري پريم واري پر گهور نصيب نه ٿئي ها ته اڄ نڪو سنون جي قطار ۾ شمار ڪيو وڃان ها، نڪو وري اها سنوائي سريم ها جنهن جي پاڙسندرتا جي سر ۾ آهي.

ڪيس شايد خاطري ٿي ته مون سان جا ويڌن هئي سامون ڪان موڪلائي ويئي آهي. سندس منهن تي مسڪراهٽ آئي، ۽ چيائين: ”تون مون کي اڪيلو ڇڏي، ڪيڏانهن هليو وئين؟ مون نڌر جو به خيال ڪونه ڪيءِ!“

مون به مشڪي، چيس: ”جيڪي مون اُنهيءَ وقت ڪيو، تنهن لاءِ مون کي جوابدار نهرائڻ، مون سان نسورو اَنياءُ ٿيندو.“

هن گنڀير ٿي چيو: ”پر منهنجو به خيال ڪونه پيءِ؟“

مون وري به مشڪي چيس: ”منهنجي راڌڪا ڏندين ڏاند آهي. جا هڪ انهي مريض جي پرگهور لهي سگهي ٿي، جو

گهڙيءَ گهڙيءَ جي ريچڪ وهنلو هو، جو سنوائيءَ ۽ چريائي جي وچ ۾. ڪنهن به چتاءَ ڏيڻ ڪانسواءِ پئي آيو ويو، ۽ جنهن ڪي پنهنجن اعمالن جي جوابداريءَ جي ڪابه سرت ڪانه هئي، سا صرف پنهنجي سنڀال ڪيئن نه ڪري سگهندي؟"

مون ڏنو ته منهنجي جواب هنجي من کي تصديق ڪانه ڏني. هن ڪنڌ ڌوڻي چيو: "استري جنهن کي هوءَ پيار ڪري ٿي تنهنجي پر گهور ۽ حفاظت دل و جان سان ڪري ٿي، پر ڪيس وري سندس پر گهور ۽ حفاظت لاءِ پئي ڪنهن جو احتياج هميشه رهي ٿو. پر، خير. توکي نؤ بنو ڏسي، مان ڏاڍي خوش ٿي آهيان."

منهنجي ڪنن تي ڪنهن جي پيرن جي آهٽ جو آواز پيو، ۽ مون ڪنڌ ورائي ڏٺو ته اسان ڏانهن هڪ نوجوان ڀ‍ڳهن، ڀ‍ڳهن قدمن سان پئي آيو. راڌڪا به هن ڏانهن نهاريو، ۽ منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي، چيو: "چندر، هيءُ مسٽر موهن آمرنائي، سنڌ جو مشهور معروف گرنٿڪار آهي. مون سان مريءَ ۾ ڏيٺ ٿيس، ۽ توکي ڳولي لهڻ ۾ هن جا منهنجي پيا‌ڇپ ڪئي آهي، سا بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي."

اني هو اسان وٽ اچي پهتو، ۽ راڌڪا اسان جي واقفيت ڪرائي: "منهنجو ڀاءُ چندر، ۽ منهنجو متر، مسٽر موهن آمرنائي."

اسين هٿ هٿ ۾ ڏيئي، ڏاڍي شوق سان ڳڏياسين. اهو ڇا هو جنهن آنهيءَ گهڙيءَ ئي اسانکي هڪ ٻئي جو سنگتي بنائي ڇڏيو؟ مون آنهيءَ دم محسوس ڪيو ته هيءُ ڪو سٽداريو ڪونهي. اهو سندس روچڪ گرنٿن پڙهڻ جو نتيجو ته ڪين هو؟ يا، شايد، سروَ، سندرتا جي مشاهديءَ ساري سنسار کي منهنجو متر بنائي ڇڏيو هو؟ ڪيئن به هجي، هو منهنجيءَ مٺڙيءَ ڀيڻ راڌڪا جو متر هو، جنهن ڪري هن لاءِ منهنجي دل ۾

ٻه جاءِ هئي. اڄ تہ هو نہ صرف منهنجو سچو آهي، پر سونهو ۽ فيلسوف پڻ. هن جي سونهپ سان ئي مون کي ساهتڪ سنسار ۾ ڪا چڱي چوکي جاءِ ملي آهي. هنجي ليڪن ئي منهنجي ڪوتا ۾ عام دلچسپي پيدا ڪري، مونکي پرسڌ ڪيو آهي انهيءَ ڪانسواءِ، سندس گفتگو مان ۽ سائنس بحث مباحثي ڪرڻ سان جو منهنجي من کي فيض ۽ فائدو رسيو آهي ۽ جو رس ۽ مزو منهنجي دل ماڻيو آهي، سو بيان ڪرڻ کان ٻاهر آهي. مريءَ مان ترڪي وڃڻ کان پوءِ جن جن تجربن ۽ آزمودن مان لنگهيس، سي جو اڄ قلم-بند ڪرڻ شروع ڪيا اٿم، تنهنجو ڪارڻ ٻہ سندس اِڇا ۽ اُسترڳي آهي. مان پنهنجي حافظي جي اونداهن تنهن مان حقيقتن ۽ حادثن کي ٻاهر روشنيءَ ۾ آڻڻ جي سچي ڪوشش ڪندس، پر جي ڪٿي منهنجي بيان ۾ سلسلي جي اُوڻائي پوڻائي ڏسو تہ منهنجي اُنهيءَ سمي جي حالت خيال ۾ آڻي، مونکي معاف ڪجو.

(۲)

مريءَ مان پڄي، مان سڌو سرينگر آيس. واٽ تي ڇا ڏٺم، ڪهڙا قدرت جا نظارا پسيم، تن جي يادگيري تہ ماتر ٻہ ڪانہ اٿم. مون کي اها ٻہ سڌ ڪانهي تہ رستي تي ڪيترا ڏينهن لڳم، ڪنهن سان ڏيٺ ويٺ ٿيم، ڇا ڪاڌم، ۽ ڇا پيتم. حافظو برابر ڪئميرا جي فلم مثل آهي، جنهن تي جيڪي ٻہ اسانجي جيوت ۾ ٿئي ٿو، تنهنجو چٽ ڪينچجيو وڃي؛ پر انهن چٽن ڪينچڻ لاءِ ٻہ سچيتيءَ جي روشنيءَ جي ضرورت ٿي ڏسجي. نہ تہ ڀلا ڇو منهنجي حافظي جي فلم جو اهو ٽڪر ڪوري جو ڪورو پيو آهي؟ راڌڪا ۽ موهن پنهنجي انهيءَ رستي جي مسافريءَ جا جي سهڻا بيان پنهنجن بيشمار گفتگوئن

۽ مونکي ٻڌايا آهن، ته ٻه منهنجي من جي ڪنهن اونداهي ته
کي روشن ڪري، مون ۾ اُنهن جي سانپر ڪانه آثاري آهي.
سرينگر ۾ پهچي، مون يڪدم هڪ گهر- ٻيڙيءَ جنهن
کي هائوس- بوٽ ٿي سڏيائون، مهني لاءِ مسواڙ تي ڪئي.
سُوٽ- ڪيس سميت واري ڪمري ۾ رکي، دروازو بند ڪري،
مان وڃي بستري تي ليٽيس. اکين بند ٿيڻ سان پنبڻي پنبڻيءَ
سان مڙي ويئي، ۽ مان اهڙيءَ گهري ننڊ ۾ پئجي ويس جو
پريا پندرهن ڪلاڪ مونکي پنهنجي هستيءَ ۽ سنسار جو ڪو
سماءُ ڪونه هو. صبح جي سنڌن آفق تي ڏيکاري ڏني ته آٿيس.
پاڻ کي الت بهتر ۽ تازو توانو پاتيم، ۽ سنان پاڻي ۽ نيرن
ڪري، مانجهين کي چيم ته هلو ڊل ڍنڍ جي سير تي. صلاح
ڏنائونم ته سير لاءِ شڪارو وڌيڪ ڪارگر ٿيندو. گهر- ٻيڙي
وڏي ۽ ڀاري، گويا هڪ تابوت، سا هلڻ ۾ ڳوري؛ شڪارو
ننڍو ۽ هلڪو، هلڻ جو ڇهو.

سندن صلاح ونئي، مان شڪاري ۾ سوار ٿيس. شهر وارو
تڪر جلد پٺيان ڇڏي، اچي پاڻيءَ جي آٿاه پکيڙ ۾ پهتاسين.
پاڻيءَ جي وهڪ جهوٽي، آلڪي، ۽ اڳيان آمي آيچ. چشمه شاهي
ڪان لنگهي ٿورو اڳيان ٿياسين ته هڪ عجيب، دلڪش نماءُ
نظر آيم. هڪ ساوَن درختن سان جهنجهيل پهاڙ جو پاڇو پاڻيءَ
۾ پئي پيو، ۽ ماٺي، نرمل نير ۾ جو پهاڙ جو پرتو ٿي پيو،
تنهن اصلي نماءُ کي شهه ڏيئي تي ڇڏي. اُنهيءَ وقت منهنجي
دل ۾ اها اهلاڪا آئي ته جيڪر چتر ڪار هجان ها ته انهيءَ
روشنيءَ ۽ ساهي جي عجيب بغاوت کي چٽي، آمر ڪري
ڇڏيان ها.

بس، پوءِ ته پاڻيءَ جي آٿاه پکيڙ تي منهنجن اکين
ڪلاڪن جا ڪلاڪ پئي آرام ڪيو. ڪڏهن ڪڏهن
وڏراه يا پهاڙ جي سبز نظاري کين ڪن پل لاءِ ڇڪيو ٿي ته

۽ وري اچي، اُنهيءَ تي ئي آرامي تي ٿيون. ڪنول، جنهنجون پاڙون هيٺ پاتال ۾، تنهنجا وڏا پن پاڻيءَ تي پيا تريا، اچا سندس ڦلارجڻ جي رت ڪانہ هئي. اُنهيءَ نرمل نير جي و شال نظاري مان نہ فقط منهنجين اکين کي آرام ٿي پهتو، پر منهنجي دماغ جي تندن تي مفرح نار جو اثر پئي پيو ۽ منهنجي ردي کي راحت پئي آئي؛ ۽ مون ائين ڀانيو تہ منهنجي درد جو دارون، منهنجن وڪارن جي آوڪد، مونکي هتان ئي حاصل ٿيندي. قدرت جا ڪومل هٿڙا منهنجن ڦٽن تي مرهم مکڻ لاءِ ويجها ٿيندا پئي آيا، ۽ مون پنهنجي چاڪ ٿيل دل کي چاق ٿيندو محسوس ڪيو.

پئي ۽ ٽئين ڏينهن بہ ڊنڊ ۽ آئس. اکين منهنجين آب مان آنوپ آوکد پئي پيتي - ڪروٽا ۽ ڪلياڻ پري. منهنجي جڏي جڏي ۾ جيوت جا نوان جذبا آنڻ لڳا. منهنجون ٿهبارون ٿيل تنتون تندرست ٿيڻ لڳيون. من ۽ دماغ کي شانتي اچڻ لڳي. مون ڀانيو ....

ٽئين ڏينهن، واهيري جي ويل هئي. شفق جون سرخيون ۽ سونهريون رات جي سياه پلاند ۾ منهن لڪائڻ تي هيون تہ هڪ شڪارو اچي پرسان لنگهيو. شڪاري ۾، گاديءَ تي، هڪ سندر اپڇرا ويٺي هئي. شفق جي سرخ روشنيءَ ۾ هن جو حسن ڀهڪيو پئي. سندس وڏيون، نمڪين اکين ۾ نور پئي جهلڪيو. منهنجيون اکيون منجهس وڃي کتيون - هڪ آڌامنڊڙ لحظي لاءِ. شڪارو پاسي کان گذر ڪري ويو، ۽ هن سندريءَ جو درشيہ پاڻسان ڪڍندو ويو.

مان ڪا گهڙي سن ۾ سمائجي ويس. آهستي آهستي ليلان، منهنجيءَ مڻڙي، امڙ محبوبڙيءَ، جي تصوير منهنجي تصور ۾ چٽي ٿيڻ لڳي. ڪيتري مدت کان مان ڪنهن اهڙي مانسڪ غش جي حالت ۾ غرق رهيو هوس، جو ليلان مونکان

ٻنهي وسري ويئي هئي. گذشته جون سڀ يادگيريون اُئين پئي پاڻيو ته ميسارجي ويئون هيون. قسمت جي اوچتيءَ جهڙپ مونکي اُنهي عالم ۾ ڪٽي هنيون هو، جو عميق اونده جو اوڙاهه هو، جنهن ۾ سچيتيءَ جي سوجهري جو هڪ ترورو به داخل ٿي نٿي سگهيو. انهيءَ مانسڪ اونداهي ۾ مون هڪ آجنبيءَ جي مثل پئي هٿوراڙيون هنيون ۽ پنڌ پيچرو ڳوليو. اونده جا تهه ڏينهون ڏينهن منهنجي من تي گهاٽا ۽ ڳورا ٿيندا پئي ويا ۽ مان اُنهن جي بار هيٺان ڍرڪندو پئي ويس.

آڄ هن رهگذر سندريءَ جي موهڻي مورت ڏسڻ سان، منهنجي من تان رهيا کهيا اونده جا تهه ٽڙي پکڙي ويا، ۽ ليلان جي لازوال سونهن منهنجي اکين اڳيان سوڪم روپ وٺي بيٺي.

منهنجي دل، نئين سر، ليلان لاءِ تڙڦڻ لڳي. هن جي اوچتي موت منهنجي جيوت ۾ هڪ خال وجهي ڇڏيو هو، ۽ اڄ مان مانسڪ اڪيلائي جي ويراني ۾ سندس سپرش لاءِ واجهائڻ لڳس. سندس ڳول، وڏيون، منير اکيون وري ڏسڻ لاءِ سندس جسم جي نفيس ڪوملتا جي ڇهاءَ لاءِ، سندس مٺڙي پاڻوهه جي پسڻ ۽ سندس مٺي، دل - ليائيندڙ جهڻ - جهڻ آواز ٻڌڻ لاءِ منهنجي دل وري واجهائڻ ۽ بي چئن ٿيڻ لڳي. مون آتي دڪه ۾ پنهنجيون اکيون پنهنجن هٿن ۾ ڪٽي ڀوريون. جڏهن ڪجهه وقت گذرڻ بعد ڪنڌ مٿي کنيم تڏهن چوڌاري اونده انڌوڪار هو، ۽ شڪارو گهر - ٻيڙيءَ کي ويجهو پوندو پئي آيو.

آها رات منهنجي جوڳ جي رات هئي. انهيءَ رات آخرين فيصلو ٿيڻو هو ته مان هيءَ مانسڪ جهاڪ ڪاٽي چڙهندس، يا هميشه جي لاءِ ديوانن جي دنيا ۾ داخل ٿيندس.

گهر - ٻيڙيءَ ۾ گهرڻ سان مان سڌو ڊرائنگ روم ۾

ويس، ۽ دروازو بند ڪري، هڪ ڪوچ تي وهي ڪريس. ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڪنهن سماڌيءَ ۾ محو هوس. پر اها سماڌي شانتي - بخش سماڌي ڪانه هئي. منهنجي من ٻوساٽون پئي ڪاڍيون. واءُ واچوڙي ۾ ڇهپيل جهاز جيان، آمنگن ۽ اڇائن جي ڇال - مارينڌڙ ڇولن ۾ منهنجي من آڇلون پئي ڏنيون. نه هو اوهي نه واهي، واهر نه وسيلو، نه آجهو نه آسرو.

جڏهن سمنڊ جون ڇولون، طوفان ۾، پاڻ پڇاڙي، پڇاڙي، نيٺ ماٺ تي ويندڙيون آهن، ۽ مٿن هڪ عجيب شانتيءَ جي فضا ڇانئجي ويندي آهي، تئن منهنجي من تي به لاڪي جي مهل، جڏهن اوپر ۾ اُفق آشا جي مشڪ سان منور ٿي، تڏهن هڪ مهاشانتي ڇانئجي وئي، ۽ مونکي مٺي، ماڪٺي ننڊ اچي وئي.

(۳)

منجهند جو سجاڳ ٿيس تڏهن منهنجيون اکيون صاف ۽ منهنجو من تازو توانو هو. جيتوڻيڪ دل ۾ هڪ اونهو پولار پئي محسوس ڪيم، ته به منهنجو من پوري پوري ميزان ۾ اچي وڃو هو. پنهنجي جيوت، برابر، آپورن پئي پاسيم، پر انهيءَ احساس منهنجي من ڪي مروڙي، ڏونڌاري، آن ڪي ڇني ڦاري، مونکي ديوانن جي دنيا ۾ نٿي ڌڪيو. مانسڪ سڃيتي مونهِ اهڙي سير ٿي هئي، جو من جي هيٺين تهن جي حرڪت تي سندس ضابطو قائم رهيو ٿي.

سنان پاڻي ڪري، منجهند جي ماني کائي، مان شڪاري ۾ وهي، دل ڍنڍ جي سير تي نڪتس. هرهڪ نظاري مان مون کي نئون لطف اچڻ لڳو. منهنجي دل هلڪي هئي. قدرت جا سر سبز، سهڻا مظهر منهنجي شاعراني اک مان لنگهي، منهنجي من ۾ ڪوتا جو روپ وٺڻ لڳا.

هڪ هنڌ، جتي پاليءَ تي ترنڊڙ باغات بيٺي هئي، آتي
شڪارو بيهاري، مان سج جي ڀاڪڙن جي پٺيان غروب ٿيڻ جي
مشاهدي ماڻڻ لاءِ ترسيس. سج لهڻ ۾ اڃا پنجن ستن منٽن جي
دير هئي. هڪڙو شڪارو ڇپ ڇاپ، منهنجي شڪاري جي
ڀرسان اچي بيٺو. پنهي شڪارن جي وچ ۾ مفاصلو وال ڪن جو
مس هو. مون اکيون کڻي نهاريو. شڪاري ۾ ساڳي ڪالهوڪي
سندري ويٺي هئي. سندس ڀرسان، سندس ئي ڄهيءَ جو هڪ
جوان ويٺو هو. منهنجي ڏانهن نهارڻ تي، پنهي مشڪيو. منهنجن
چپن تي به ورندي مشڪ آئي. سندريءَ جي ساٿيءَ پڇيو:
”توهين به شايد هتي سج کي آست ٿيندو ڏسڻ لاءِ ترسيا آهيو.“

پرشن هندستانيءَ ۾ هو. مون به هندستانيءَ ۾ جواب ڏنو:
”هائو، ڏينهن جي رات - راڻيءَ سان وواه جو جشن ڏسڻ لاءِ.“

سنجها جي سانت واڍو منڊل ۾ ڪنهن روپي گهنڊڙيءَ
جو وڄندڙ آواز منهنجي ڀرسان آتپن ٿي، اننت ۾ ڀڪڙجي ويو.
سندري ڏاڍيءَ ڪوملتا سان کلي رهي هئي. مون ڏانهس نهاريو.
سندس نيلين اکين ۾ مڇلائيءَ جي موهڻي جهلڪ هئي. کلندي
کلندي چيائين: ”اونداهي آڪاس جي مهاري ۾، رات جو،
ڪنوار اڪيلي واساما ڳائيندي ويٺي رهي ٿي.“

مون مشڪي، پنهنجي بچاءَ ۾ چيو: اڪيلي نه. سندس
ڪانڌ سائس اهڙو ته ليپٽجيو وڃي، جو سندس جدا وجود جو
نشان ئي ڪونه ٿو رهي.“

هوءَ گنڀير ٿي ويئي، ۽ ورندو ڪجهه ڪين ڪڇيائين.
سندس ساٿيءَ، مشڪندي، پڇيو: ”اوهين شايد چترڪار آهيو؟“

مون ڪنڌ ڌوڻي، چيو: ”نه. مان آنهن جزوي ديوانن
مان آهيان، جي سدائين سونهن جو سر ڳولي لهڻ جي ڪوشش
۾ مشغول آهن ۽ جن جا آزمودا ڪوتا جو روپ وٺن ٿا.“

هن جون اکيون مون تان ڦري، اولهه ڏي ٿيون، ۽ هن

واڪو ڪري چيو: ”اجهو، سج آسٽ ٿو ٿئي.“

سج ڏونگر پٺيان وڃي لڪو ۽ آڪاس منڊپ طرح طرح جي رنگن سان ٻهڪڻ لڳو. پريان پهاڙ تي برف جي ڳپان تي سرخي ڇانئجي ويئي. انهن پٺي پانهون تہ رات رانيءَ جي ساهيڙي گهوٽ ۽ ڪنوار جي ميلاپ تي پنهنجي حيا جو اظهار ڪري رهي هئي. پاڻيءَ تان پهاڙن جا پاڇولا غائب ٿي ويا، ۽ هڪ مٺي، سانت، - مي روح جر، وايو ۽ ونسپتيءَ تي واسو ڪيو. منهنجي آتما کي آها شانتي آئي جا هزارها مرهمن کان وڌيڪ اڪسير هئي.

مون پرواري شڪاري ڏانهن نهاريو. سندري آسمان جا ڪن ڪن ۾ ڦرندڙ روپ ڏسي گد گد ٿي رهي هئي، ۽ سندس پرسان سندس ساٿي ڪنهن سماڌيءَ ۾ لين هو. مون تي نظر پوڻ سان، پنهنجي وات تي آڱر رکي، مون کي ماٺ ۾ رهڻ جي تاڪيد ڪيائين.

اڌ ڪلاڪ کان پوءِ هو سماڌيءَ مان اٿيو. سندس منهن ۾ ڪنهن آتمڪ مٺيا جي جهلڪ ڏيکاري ڏني. مون ڏي نهاري چيائين: ”ڪهڙو نہ سندر درشيہ!“

”توهين شايد چترڪار يا ڪوي آهيو؟“ مون پڇيو:

هن بيحد گنڀيرتا سان چيو: ”ها، مان هڪ ساڌارڻ چترڪار آهيان جنهن پنهنجي ڪاريہ ۾ اڃا پرڦلتا حاصل نہ ڪئي آهي.“

”دل ۾ ڪو سپنو آٿو، ڪو آدرش،“ مون چيو: ”جو ڪئنوس تي برش سان، هزارها ڪوشش ڪندي بہ، روپ نٿو وٺي.“

هن تعجب ۾ مون ڏانهن نهاريو، ۽ پوءِ کلي چيائين: ”ڪلا - ڪارني ڪلا - ڪار کي سڃاڻي ٿو. توهين بہ تہ ڪوي آهيو. توهين پنهنجي سپني کي موزون لفظن جو لباس ڍڪائڻ

جي ڪوشش ڪريو ته ۽ چترڪار رنگن جي رستي اُن ڪي روپ ڏيڻ جي آدم ۾ ڀيو ڀاڻ پتوڙي. آدرش جو نواس پورڻ ديس ۾ آهي. ڪيترائي ڀيرا منهنجي من ۾ اِها شنڪا آئي آهي ته جيڪي پورڻ ۽ مڪمل آهي، سو هن آپورڻ سنسار جي آپورڻ ذريعن دوران پنهنجي ذاتي صورت ڪئن پسائي سگهندو؟ پر ڪلا-ڪار جو هٺ آدم ڪرڻ کان رهي ئي نٿو."

منهنجي دل ۾ هن آجنبيءَ لاءِ ڀراتري ڀاؤ پيدا ٿيو. هنجي آتما طالبن جي آتمائن جي ڪرم مان هئي. انهيءَ ڪري هو منهنجو آتمڪ ڀاءُ هو. اسين ٻئي ساڳئي مارگ جا پانڌيئڙا هئاسين. ساڳين اُمنگن ۽ ساڳين سپنن، ساڳئي قسمن جي آدمن ۽ ساڳئي قسم جي ناڪاميابين ــــ ڇا انهن اِنهيءَ جو آهڃاڻ، انهي جي تصديق ڪانه ٿي ڏني؟

مون ڀراتري اُمنگ مان چيس: "اهو نيڪ آهي، منهنجا ڀاءُ. اسان ۾ اهو ڪجهه آهي جو اسانکي سک سمهڻ نٿو ڏئي اسانجون مرادون اسانجي نموني پوريون ٿينديون يا ٻئي ڪنهن نموني، اهو ايشور ٿو ڄاڻي."

هن هڪ ٿڌو ساهه ڀريو. ڪن ماتر هنجون اکيون بند ٿي ويون، پوءِ، مون کان پڇيائين: "توهين هتي ڪشمير ۾ سير ڪرڻ آيا ته ڏسجو: مان توهانجي ديس جو نالو ڄاڻي سگهان ٿو؟"

"اسان ڪلا-ڪارن جو ديس آديس آهي،" مون ورائيو: "پر منهنجو جنم سنڌ ديس ۾ ٿيو هو."

هن ڏاڍي پريم سان پڇيو: "هتي مان توهانجي ڪا ڪار خدمت ڪري سگهان ٿو؟ حبا ڪدل جي ڀرسان رهندا آهيون. ڪشمير نواسي آهيون منهنجو نالو سروپ آنند آهي. هيءَ منهنجي ڀيڻ سودامني آهي. هن سال بي. اي. جو امتحان ڏنو اٿس. ڪوتا پڙهڻ جو نهايت شوق اٿس. اسين ڄاڻي سگهون ته توهين ڪٿي لٿل آهيو؟"

”مان هڪ گهر - ٻوڙيءَ ۾ رهندو آهيان،“ مون ورائيو. ”سڀاڻي شام جو پنجين بجي جي مونسان گڏ چانهه اچي پيو ته وڏي عنايت.“

”مهماني اسان کي ڪرڻ گهرجي يا توهان کي؟“ سوداميءَ کلندي چيو. ”سڀاڻي منجهند جي ماني اسان وٽ کائڻي پوندوَ.“

اول نينهن مون ڏني. اها اوهين سڃيڪار ڪريو. ٻيو ڀيرو ٻئي ڏينهن مان خوشي سان اوهانجي مهماني قبوليندس.“

”ڀـر اوهان پنهنجو نـالو ته ٻڌايو ئي ڪونهي!“ سودامنيءَ چيو.

”پاڻ وسارڻ ته منهنجي عادت ئي ويئي آهي،“ مون کلندي چيو. ”منهنجو نالو چندر آهي، ۽ منهنجي گهر - ٻيڙي 'لال منديءَ' جي سامهون سارو ڏينهن بيٺي آهي. سندس نمبر ۱۵۱ آهي. توهانکي ڳولڻ ۾ ڪابه تڪليف ڪانه ٿيندي، آڌي سائي رنگ واري اهائي هڪڙي گهر ٻيڙي آهي.“

ٻئي ڏينهن، شام جو پنجين بجي، سروپ آنند ۽ سودامني منهنجي غريب خاني، گهر - ٻيڙيءَ ۾ مونسان چانهه تي ويٺا. سروپ آنند جي منهن ۽ گفتار مان خوش - مزاجي ۽ خوش - خلقي پئي بکيا. مٿي تي اڇو ٽڪو ٻڌل هوس، ۽ بت تـي شيرواني ۽ چوڙيدار پتلون هيس. سندس البت ڊگهي، گـوري منهن مان رت پئي ٽمڪيو، ۽ نرڙ تي چندن جو سهڻو تلڪ ڏنل هوس. سندس گفتار شيرين ۽ تهذيب واري هئي. ڪالهوڪي گنڀيرتا واري پاو، فقط ڪنهن ڪنهن مهل، سندس گفتگو مان لڪي ليو ٿي پاتو.

سودامني، سندر، سروقد، منهن ٿوري جسم جي ڊول ۾ موهڻي، پنهنجي آسماني ساڙهي ۾، جنهنجي ڪنار تي زردوزيءَ جو عجيب ڪم ٿيل هـو، اندر لوڪ جي اپڇرا پئي لڳي.

سندس ڇهرو البت گنڀير هو.

چانهه پوري ڪري، پڙيءَ جي ڪڏ تي وجهي وهنا سين، ۽ اسان جي روح رهاڻ شروع ٿي.

”اوهانجو ديس اڄاه آتمڪ ڏن کان مشهور آهي،“ مون چيو. ”هتي جي سوپينڪ، ايڪانت استانن ۾ ڪيترن ئي مهاتمائن ستيه جي سروپ جو درشن پاتو هوندو. هتي جو وايو منڊل آتمڪ اُمنگن جي برقي لرزشن سان پرُيل آهي. هي آمٽي سندرتا هي آنوپ درشيه، آتمڪ سرت جا دروازا آهن.“

”توهين جيڪي چئو ٿا سو برابر آهي،“ سروپ آنند چيو؛ ”پر تنهن هوندي بہ، هندن وانگر هتي بہ جڙوادي جيو ملندا جن جي جيوت جو آديش صرف عيش عشرت، يا سرير جي پالنا، ۽ مايا ميڙڻ آهي. مان پانيان ٿو، انسان جسماني زندگيءَ جي طبقي تي آهي يا روحاني راهہ جو پانڌيڙو، سو سڀ سندس وڪاس جي درجي تي منحصر آهي.“

”اٿين برابر آهي،“ مون سائس شامل-راءِ ٿي چيو ”منهنجو هن ڳالهہ چورڻ جو مطلب صرف اهو هو تہ توهان کان پڇان تہ ڪشمير جي سرڪي-ڏام ۾ ڪهڙي قسم جا ڪوي ٿيا.“

”آنهي جي جواب ڏيڻ جي قابليت منهنجي پيڻ سوداميني ئي رکي ٿي. ڪيس انهي وشي جي جيتري ماهيت آهي اوتري مونکي ڪانهي.“

سودامنيءَ جي ڳلن تي حيا کان ٿوري سرخي آئي مان ڏانهنس نهاري، جواب جو انتظار ڪري رهيو هوس. ”لل ايشوري چوڏهين صديءَ ۾، هڪ مڪت آتما ٿي گذري آهي. سندس ڪوتا روحاني آزمودن ۽ آتمڪ گيان سان پريل آهي. چون ٿا تہ سندس واڪيہ واچڻ سان ماڻهو مڪت ٿيو وڃي.“

”انهيءَ آتم-گياني ڪويءَ جي جيون چرتر ۽ ڪوتا

مــان مونکي ڪجهہ واقف ڪرڍو تہ اوهانجو عين احسان،"
مون چيو.

سوداملي کنهن بہ هڪ ڪانسواءِ چيو: "سلطان علاوالدين ڪشمير جي لئين مسلم ڪاڪمہ جي راڄ ۾، سرينگر کان چار مئل پري، پندرنٿن جي ڳوٺ ۾، سندس جنم ٿيو، وڏو ٿيڻ تي سندس وواهہ بہ انهيءَ ڳوٺ ۾ ڪرايو ويو. ساهري گهر، سسٽس سندس حياتي وهہ ڪري ڏني. هن صبر ۽ سنتوش سان انيڪ ڪشٽ سٺا، پر نيٺ جڏهن سندس دڪہ آسمهہ ٿيو، تڏهن هڪ ڏينهن گهر ڇڏي، جهنگہ منهن ڏيئي، هلي وئي. هن ڪيترائي در ڀيٽيا ۽ ڪيترن ئي سنتن ۽ الله اوکن جي صحبت ڪئي. پوکہ اپهاس ڪيائين ۽ تن کي تسيا ڏنائين. هوءَ کنهن آمولهہ وستوءَ جي ڳولا ۾ هئي. هن هزارين جتن ڪري، آها پـاتي. جڏهن وشوَ درشن نصيب ٿيس، تڏهن سندس مکہ مان واک نڪتو:

ڳگن ڙي بوتل ڙي
ڙي دن پون تہ رات؛
ارکہ ڙندن پوش پؤن ڙي
ڙي چوڪ سڪل يي لاگزي کياهہ.

"تون ئي آڪاس آهين، ۽ تون ئي پرٿوي. تون ئي ڏينهن آهين، ۽ تون ئي هوا ۽ رات. تون ئي آرگہ، چندرن ڦل ۽ پاڻي آهين. تون ئي سڀ ڪجهہ آهين: تنهنجي پوڄا مان ڇا سان ڪريان؟."

سودامني لل ايشوريءَ جو اهو شبد اهڙيءَ مڌرتا سان آچاريو جو مان گد گد ٿي ويس. مون منگہ وڃان چيو: "ها، ها. سيني جڳياسن کي اهو ساڳيو درشن پراپت ٿيو آهي — هرڪنهن ڪـال ۽ هرڪنهن ديـس ۾. انهيءَ ڪانسواءِ سچي شانتي ڪانهي، سچو آنند ڪونهي. انهيءَ جي پراپتيءَ سان

ڏکه لڪائي ڪونه ٿو، جاڪوڙ جيءَ کي جهوري ڪاٺ ٿي.
سنسار جا پانت پانت ڪارڻ، ۽ آڪار، ڏکه ۽ سک، هڪ اننت
ليلان ۾ پاسن ٿا. انهيءَ ليلا جي ڏسڻ توڙي اُن ۾ ٻهري وڃڻ
سان، ساڪيءَ کي هڪ آتي سک اچي ٿو. سيني مهاڪوين جي
ڪوتا انهيءَ جو ثبوت آهي.“

”سڀ ڪلاڪار انهيءَ درشن جي ڳولا ۾ آهن،“ سروپ
آنند چيو. ”هنن جي وجود ۾ سرو- سندرتا جي پسڻ جي آپلاڪا
آهي. قدرت جا خوش-نما نظارا ۽ انساني صورت ۽ سيرت جا
مظهر سندن دل ڪجهه وقت لاءِ مسرور ڪن ٿا، پر اها خوشي
ڪن پنگر جي کيل جيان آهي. جيسين هو سرو سندرتا جو درشن
نٿا پائين تيسين سندن آتما سدائين بي چئن ٿي رهي.“

”مزو وري ڪهڙو،“ سوداميءَ چيو، ”جو ڪلا-ڪار،
ڪوي يا چترڪار، جو سندرتا جو سيڪڙو آهي توڙي سنت،
جو ست جو ڪانکي آهي، انهيءَ ساڳئي درشن ۾ پنهنجو
آديش پائي ٿو!“

”ها- اهوئي ته وحدت جي اصول جو ثبوت آهي،“
مون چيو.

اولهه ۾ سج لهڻ جي تکين تيارين ۾ هو، ۽ اسين ٽيئي
انهيءَ جو عاليشان نماءُ ڏسڻ ۾ مشغول ٿي وياسين. اڄ به
وري سروپ آنند تي سماڌيءَ جي حالت طاري ٿي. سوداميءَ
۽ مان ماٺ ۾ ويٺا هئاسين. منهنجي چيتنتا ۾ ٻن سندرتائن جو
ميلاپ پئي ٿيو: هڪ شفق جي ۽ ٻي سوداميءَ جي. سودامي
منهنجي من ۾ سندرتا جي ديويءَ جو روپ ٿي بيٺي ۽ سندس
پٺيان نيلي آڪاس ۽ شفق جي سرخين جي سوڀيا هئي ۽ سندس
جرنن وٽ ڍنڍ جو سوچ، نرمل نير مانيٽي وهڪ سان پئي وهيو.
انهيءَ سندر درشيه منهنجي هردي کي آننت ڪيو ٿي،

پر انهيءَ آنند ۾ لهر يا جذبات جي لرزش بنهه ڪانه هئي، انهيءَ مهل، جو آنند مون محسوس ڪيو سو صرف شانتي - بخش آنند هو.

* * *

رات جو مٽي، گهري، صحت - بخش ننڊ آيم. آسر جو سجاڳ ٿيڻ کان اڳ ۾ هڪ سپنو لڌم، جو بيان ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان، جو اهو شايد ايندڙ حادثن تي ڪا روشني وجهي.

مان ڪنهن گهاٽي ٻيلي مان پيو گذر ڪريان. پاٽ اونداهي لڳي پيئي آهي، اهڙي جو اک نه ڏسي مڇ ڪي. اوچتو يڪدم سوجهرو ٿئي ٿو. مچ جا ڪرڻا، درختن جي گهاٽين ٽاڙين مان جهد ڪندا، ٻيلي اندر داخل ٿين ٿا. سڄو ٻيلو طرح طرح جي پکين پرندن جي لاتن سان گونجيو آٿي، ۽ وٽن ٽٽن ٽوڙي پکين جي مڌر ڪنٺن مان منهنجي ڪن تي آواز پوي ٿو: ”ليلان وري جنم ورتو آهي! ليلان وري جنم ورتو آهي!“

( ٥ )

”سوداميءَ پنهنجن هٿن سان هيءَ رسوئي تيار ڪئي آهي،“ سروپ آنند جي ماءُ چيو.

سروپ - آنند ۽ سوداميءَ جي ماءُ پڳتي جو سروپ هئي، سندس منهن سان پڳتي ڀاؤ پئي بکيو. بدن ۾ البت پرديل هئي، پر منجهس جوانيءَ واري سونهن جا آثار اڃا ظاهر هئا، جيتوڻيڪ سندس پڳتي ڀاوَ انهيءَ کي الوڪڪ رنگ ڏيئي ڇڏيو هو. منهنجي آجيان ڪيائين! آها نه جاه ليهس جتي مون کي وهاري، گهر آڳاٽي زماني جو هون، پر ڪشادو ۽ محفوظ. هرهڪ ڪمرو سادگيءَ، پرلطافت سان سجايل هو. اوطاق ۾ فرش تي هڪ يارقند جو نمودار نمدو پيو هو، جنهنتي هڪ هيئانئين آڪروٽ

جي ڪاٺ جي ٽپائي رکي هئي. ٽپائيءَ تي جو اُڪر جو عمدو
۽ نازڪ ڪم ٿيل هو، سو لاشڪ تحسين جوڳو هو. ٽپائيءَ
تي هڪ چانديءَ جو چنار جو پن رکيو هو، جنهنتي ڪاريگريءَ
جي نزاڪت دنيا جي ڪنهن ديس ۾ نه ملندي. نمدي
جي هڪ پاسي ٻه تي طول رکيا هئا. سروپ جي ماءُ ور ور
ڏيئي، پنهنجي 'غريب خاني' جو ذڪر پئي ڪيو ۽ چيو: "اسين
پراچين زماني جا ماڻهو آهيون. جهوني جاءِ آهي. آباڻو آجهو
آهي. اڄڪلهه جي زماني جي سجلائي اسان وٽ ڪٿان اچي؟
اُميد ته توهين سوڪا ويٺل آهيو، گرمي ته ڪانه ٿي ٿئيو؟"
ٻاهران ڏنڌ تان هڪ هلڪي، سيتل هير دريءَ مان گذر ڪري
اندر آئي، ۽ مون خوش-خلقيءَ سان مشڪي چيو: "نه، اسين،
مان ڏاڍو سولو ويٺو آهيان. هت بنهه فرحت لڳي پيئي آهي."

"مان وڃي توهان جي رسوئيءَ جو بندوبست تي ڪريان،"
چئي، هوءَ نمدي تان اٿي. هرڪنهن ملڪ جو پهرويس پنهنجو
آهي. ڪيس "ڦرن" پيو هو، جو ڳچيءَ وٽان شروع تي ٿيو ۽
مُرن تائين وڃي تي رسيو. "ڦرن"، اسانجي سنڌي آبي وانگر،
هڪ قسم جو وڏو، ڍڳهو پهران آهي، ۽ بناوت ۾ ڪراچيءَ
جي مڪراني پينرن ڪي پهريل جبن جهڙو آهي. گهڻو ڪري
رنگين ريشم جو ڀهيل ٿئي ٿو.

"اوهين چوٿا تڪليف وٺو،" مون چيو؛ "سوداني
پاڻهين هرڪو بندوبست ڪندي."

"واه!" هن چيو؛ "انهيءَ ڪي وري تڪليف چئبو
آهي! اهو ته گهر-ڌياڻيءَ جو ڌرم آهي." ائين چئي، هوءَ
مشڪندي، ڪمري مان هلي ويئي.

سروپ آنند، جو منهنجي پرسان ويٺو هو، تنهن خوشيءَ
مان چيو: "توهين ته اڄ سان اميءَ جي دل ۾ پيهي ويا آهيو."

مون ڪنيرتا سان چيو: ”اوهان ڪشميري پنڊتن ۾ سڌارڪن جو سٽڪار نهايت پريم-پرڀو ٿو ڏسي.“

هن نمرتا ڀاءُ سان چيو: ”مهمان جي گهر ۾ پرويش ديوتا جو پرويش آهي. هيءُ توهانجو سٽڪار ناهي، پر ديوتا جو.“

مون کلندي وراڻيو: ”تڏهن اڄ ديوتا ٽن جو آنند به پڙ پيو!“

سوداميني، اڇيءَ اوجل ساڙهيءَ ۾، ڪمري ۾ لنگهي آئي، ۽ منهنجو پوڀون گفتو پڌي ورتائين. سندس منهن تي مجلائيءَ جي مشڪ نچڻ لڳي، ۽ کلندڙ اکين سان مون ڏي نهاري، چيائين: ”هتي جا لوڪ ديوتا جي پرڪم وٺڻ لاءِ عجيب رستا اختيار ڪندا آهن.“

مون به مشڪندي وراڻيو: ”اميد ته مان هرڪنهن پرڪم مان لنگهي پار پوندس.“

هن پنهنجي چرچي جي تند تاڻيندي، چيو: ”پرڪم مان ڪٿي پار لنگهندو، پر انهيءَ بعد جا پيتا توهانجي چرنن ۾ ڌري ويهدي، تنهنجو ٻ، ڪو انديشو ڪونه آٿو؟“

”توهانجي هٿان مان هرڪا پيتا سٺيڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهيان،“ مون چيو.

سروپ آنند خاطري ڏيندڙ نوع ۾ چيو: ”اوهين ڪو آپڪو ڪونه ڪريو. پيتا توهان جي لائق ئي ثابت ٿيندي.“ اهو چئي، هن مشڪي سوداميني ڏي نهاريو، جنهنجو منهن حيا کان البت سرخ ٿي ويو. پر هن يڪدم پاڻ سنڀالي، ڪنيرتا سان چيو: ”خير، پيتا ڏرڻ جو وقت آڇا دور آهي. آڇو، ملي رسوئي وٺو.“

رسوئي نهايت سوادي ۽ رس-ڀري هئي. مون تهذيب سان آن جي ساراه ڪئي، ۽ آميءَ چيو: ”سودامنيءَ پنهنجن هٿن سان هي رسوئي تيار ڪئي آهي.“

مون ڇرچي جي نموني چيو: ”تڏهن تعليم وٺي ڪري
۽ استري-ڪرتب وساري ڪونه ڇڏيو اٿس! اسانجي ديس ۾ ته
ڪاليج پڙهيل ڇوڪرين کي رڌڻ پچائڻ ۽ گهر جي هاڄڪان
اکثر عار ٿيندو آهي. هن ديس جون ڇوڪريون سداڻوريون
ٿيون ڏسجن.“

”ابا، هتي به اکثري ڪاليجي تعليم جو ساڳيوئي اثر
ٿو ٿئي،“ اميءَ چيو. ”پر سوداميني سهس-لڇڻي آهي. جهڙو
ڪوتا ۽ ڪلا ۾ پر آهي، تهڙيائي رڌڻ پچائڻ ۽ سبق پڙهڻ ۾.“

اڄ پهريون دفعو سودامنيءَ جي ڳلن تي سرخي آئي.
مون به چيو: ”گهر ۾ اهڙي نينگر به وڏو سڀاڳ چئبو.“

”جوتشي ته چون ٿا ته هوءَ ڇاٽي ٿي دکي آتمائن کي
آنندت ڪرڻ لاءِ آهي،“ اميءَ چيو.

سوداميني ڳالهه ڦيرائڻ جي ارادي سان صلاح ڏني ته
”اچو ته سروپ آنند جو چتر آليه ڏيکاريانوَ.“

”واه! انهيءَ جهڙو ڪو مزو،“ چئي، مان اٿيس. سروپ
آنند، سوداميني ۽ مان ڪاٺ جي سيڙهي چڙهي مٿي وياسين.
جتي سيڙهي پوري ٿي، اُتان ٽي دروازا جدا جدا طرف هئا.
ساڄي هٿ وارو دروازو کولي، سروپ آنند اسانکي اندر وٺي هليو.

ڪمري جي ديوارن تي چتر ٽنگيا پيا هئا. ڪي پاسي
آڏورا چتر پٽ سان لڳا، اُڀتا رکيا هئا. گهوڙيءَ تي هڪ ڪاٺ
جو چوڪنڊو رکيو هو: جنهن جي اندر ڪئنوَس سوٽ ۽ ٽاڪ
ٻيٺو هو؛ ۽ ڪئنوَس تي هڪ نئين چتر جو صرف خاڪو
نڪتل هو.

سروپ آنند پٽ تي ٽنگيل چترن ڏانهن وٺي هليو. هڪ
هڪ چتر مون ڏاڍيءَ سچيتيءَ سان نظر مان ڪڍيو. گهڻا تڻا
ته قدرت جي نظارن جا نقش هئا ـــ چنار جي درختن، ڪنول
جي گلن، ڍنڍن ۽ پهاڙن، ۽ آسماني آرائشن جا. پر هرهڪ

چٽر ۾ هڪ اهڙي خصوصيت هئي، جنهنجي ڪري آهي سڀ رواجي چٽرن کان نرالا ٿي پيا هئا. نرالائي نقطهءِ نگاهه ۾ هئي يا رنگن جي ملاوٽ ۾، چٽرڪار جي من ۾ يا چٽرن جي ڇهڻ ۾، پر انهيءَ ۾ ته ڪو ماتر به شڪ ڪونهي ته انهيءَ آنهن چٽرن کي هڪ قسم جي يگانگي ۽ شخصيت بخشي ٿي. سروپ آنند ڪو معمولي چٽرڪار ڪونه هو. هن جي من ۾ ڪو پورنتا جو آدرش ٿي ڏٺو، جنهنکي هن رنگن جي ذريعي روپ ۽ آڪار ۾ مجسم ڪرڻ ٿي گهريو.

مان چٽر ڏسي، نهايت مسرور ٿيس، ۽ ڪيس ڳراهڙي پائي، اچي سندس ڪلا جي ساراهه ۾ پلٽيس: "هرهڪ چٽر ۾ جيوت جو اُمنگ پربل آهي ۽ هرهڪ چٽر ۾ چٽرڪار جي آپڻچ آدرش جو اُهاءُ آهي. ٿون آمر ڪلاڪارن مان آهين، سروپ آنند. هي چٽر معمولي، مرده وستو ناهن: هي آدرش ديس جا زنده جيوَ آهن: مان هڪ نمائي ڪلاڪار جي حيثيت ۾ توکي نمسڪار ٿو ڪريان."

سروپ آنند ٻئي هٿ جوڙي، چيو: "مان اوهانجي انهن شڀ لفظن لاءِ اوهان جا ٿورا ٿو مڃان. مان انهيءَ ساراه جو لائق ڪين آهيان. پر اچو ته توهان کي هڪ ٻيو چٽر ڏيکاريان جو مون ڏاڍي پريم ۽ محنت سان ڪڍيو آهي."

سوداميني جا هيلتائين چپ ويٺي هئي، تنهن وچ ۾ پياءُ کي روڪي چيو: "پر اهو ته منهنجو ملڪ آهي."

سروپ آنند مٺي پاڀوهه سان ورائيس: "اڇا نه. تنهنجي سالگرهه تي تنهنجو ٿيندو."

مون ڏٺو ته سوداميني منهنجي انهيءَ جي ڏسڻ ۾ خوش ڪانه هئي. منهنجو حرص اهو ڏسڻ لاءِ تهائين وڌيو.

سروپ آنند پٽ جي ڪپٽ مان هڪ چٽر ڪڍيو، جو سائي، زمرد ريشم جي ڪپڙي ۾ ويڙهيل هو. هن اهو آڻي،

ڪمري جي وچ ۾ پيل گهوڙيءَ تي رکيو، ۽ ڏاڍي شوق سان اُنجي مٿان ڪپڙو هٽايائين. چتر ڏسڻ سان مون تي جادو جو اثر ٿيو. هيءُ اهو ساڳيو چتر هو جو مون ڪالهه نماشام جو شفق جي مست ڪندڙ سندرتا جي اثر هيٺ ڪلپنا ۾ ڏٺو هو. سوداmني سندرتا جي ديويءَ جو روپ ڌاري، قدرت جي سونهن تي راج ڪري رهي هئي. سندس پٺيان نيلي آڪاس ۽ شفق جي سرخين جي سوڀيا هئي، ۽ سندس چرنن وٽ ڍنڍ جو سوَڇ، نرمل نير ماٺيٺيءَ وهڪ سان پٺي وهيو. ڪجهه وقت ته مان اناسرتيءَ جهڙي حالت ۾ انهيءَ جي ناپئد حسن جو لُطف وٺندو رهيس. نيٺ، پاڻ سنڀالي، مون سوداmنيءَ جي منهن ڏانهن نهاريو. هوءَ منهنجو منهن تڪي رهي هئي، ۽ منهنجي ڏانهنس نهارڻ تي البت شرمائي.

مون پنهنجي دل جي ڀاوَ لڪائڻ جي ڪوشش ۾ چيو: ”ڪلاڪار پنهنجن چترن دوران نه رڳو پاڻ کي اَمر ٿو ڪري، پر جن جو چتر ڪينچي ٿو تن کي به، تون به اَڄ اَمر آتمائن جي قطار ۾ داخل ٿي آهين.“

سوداmنيءَ کلندي ورائيو: ”مان ته اڳيئي اَمر آهيان.

’انهيءَ کي چاڻ ابناسي، سمائي جو هن سڀ ۾ ٿو؛

نه ابناسيءَ کي ماري جڳت ۾ ٿو سگهي ڪوئي.‘

هن ۾ (چتر ڏانهن اِشارو ڪري) ته صرف روپ جهٽيل آهي.“

”روپ ته ناسونت آهي،“ مون چيو، ”سروپ آنند آن کي به ابناسي بڻائي ڇڏيو آهي.“

مون هڪر وري، ديوارن تي ٽنگيل چترن ڏي نظر ڦيرائي، ۽ وري هڪ دفع روح پُر اکين سان سوداmنيءَ جي چتر کي ڏٺم. ”هن آتمڪ ورونهن لاءِ آءٌ اوهان جو تهدل شڪرگذار آهيان،“ مون چوڏاري هٿ ڦيرائيندي چيو، ۽ در ڏي رخ ڪيم.

”پر اڄ جي شيءِ موقعي جي يادگيريءَ لاءِ ڪا نشاني ته ڪٿو“ سروپ آنند نماڻائيءَ سان چيو.

سودامنيءَ مشڪندي چيو: ”پيتا ڏرڻ جو وقت اچي ويو.“

مون ٻه سندس چرچو ياد ڪري، مشڪيو. ”پيتا مون ڳولي آهي.“ مون ورائيو، ”پر تو آها اڳيئي ٻئي ڪسي ڏيئي ڪٿي آهي. مان اوهان جي سودامنيءَ جي سالگره جي جشن ۾ رکنو ڪونه وجهندس.“

پر سروپ آنند جي زور ڪرڻ تي، مون دل ڏنيءَ جي هڪ سنڌُر نظاري جو چٽر سئيڪار ڪيو.

( ٦ )

”پريہ مترِ،

آڄ ڪير پوانيءَ تي ورهيارو ميلو آهي. ڏٺي ٻرني واهه! جا رونق لڳندي. ڪن جزوي پر ڏيهين ڪي هن درشيہ ڏسڻ جو موقعو ملي ٿو. انهيءَ ڪري، شام جو، پنجين بجي، اسان جي غريب خاني تي اچجو، جتان گڏجي ڪير پواني هلنداسين.

اميد ته توهانجي صحت هينئر بهتر آهي.

اوهانجو شيچنتڪ،

سروپ آنند.“

۲۵ مي، ۱۹۳۹ع

مان منجهند جي ماني کائي آٿيو هوس ته مون کي هيءَ نينڍ پتر مليو. ها، گذريل ٻن ڏينهن کان منهنجي طبيعت البت عليل رهي هئي. انهيءَ جو ڪارڻ، ڪا بدني دقت نه، پر مانسڪ بي چيني هئي. منهنجي من ۾ هڪ ڪشمڪش هئي: آهو پريت جي وفائيءَ جي عظيم مسئلي جي حل ڪرڻ ۾ مشغول هو. هڪ طرف هئي ليلان، منهنجي آدرش سندرتا جي ديويءَ جي يادگيري، ۽ ٻئي طرف سودامنيءَ جي سونهن جو منهنجي دل تي اثر. مان ڀاڻ کان اهو ڪيئن ٿي لڪائي سگهيس ته منهنجي هردي ۾ سودامنيءَ لاءِ پريم جي چڻنگ دکڻ لڳي

هئي؟ مون کي سندس صحبت مان آتي سرهائي سري ٿي؛ مون سندس منهن جا وَرن ڳوڙهي روح پرا ڪين سان جاچيا ٿي؛ سندس نيڻن جي نرت منهنجي رديءَ ۾ رقص پيدا ڪيو ٿي؛ ۽ سندس گفتار ۾ مون اها ڪوملتا محسوس ٿي ڪئي، جنهن منهنجي رڳ رڳ ۾ مسرور ڪندڙ لرزشون آڻاريون ٿي: ڇا اهي سڀ، جي هرهڪ جدا جدا نه، ته سڀ گڏ، پريم ۾ پوڻ جا آثار نه هئا؟ مان انهيءَ جي قبوليت کان منڪر ٿي نٿي سگهيس.

پر، منهنجو اهو نئون نينهن ليلان سان بيوفائي ڪونه هو؟ اهو هنکي وسارڻ جي نشاني ڪونه هو؟ ليلان، آمر سندري، جنهن کي مون پنهنجي جيءَ سان جڙي ڇڏيو هو، جا منهنجي وڇوڙي ۽ ورهه ۾ صفحهِ هستيءَ تان ائين آلوپ ٿي ويئي، جئن سنجها جي سون ورني شفق رات جي سياهيءَ ۾، جنهنجي جنم وٺڻ لاءِ مون هيڏي ساري جهاڳ لنگهائي، ۽ جا نيٺ منهنجي آتما سان، هڪ ٿي ويئي، ڇا آنهيءَ جي مٺڙي يادگيري وساري، مان ڪنهن ٻيءَ وينگس سان، ڪنهن ٻيءَ سندريءَ سان، پريت جي ريت رکي ٿي سگهيس؟

انهيءَ سوال جو جواب منهنجي دل پڙهءَ سٽ 'نه' ٿي ڏنو، پر سودامنيءَ جي سندرتا ۽ مڌرتا جي ڪشش اها 'نه' منهنجي هردي مان ميساري نٿي ڇڏي؛ نڪو وري سندس سهڻي، دلربا صورت منهنجي ڪلپنا مان هٽي پري ٿي ٿيي.

هيءَ ڪهڙي جنگ آهي، جنهنجو ڪر ڪيتر انسان جي اندر ۾ آهي، جنهنجا آستر شستر انسان جو عقل ۽ جذبا آهن؟ هيءَ جهاد اصغر آهي يا اڪبر؟ هي جنگ حيواني آهي يا ملڪي؟

ٻي راتيون ۽ ٻي ڏينهن انهيءَ ڪشمڪش منهنجي جيءَ کي ڏونڌاڙيو هو. رات جو ننڊ ۾ عجيب غريب خواب لهندو هوس، ۽ ڏکي آئندو هوس. جاڳي، آئون ٿي سپنن جي سمرت

ويندي هلي هئي، ۽ سارو سرير پگهر ۾ شل ٿيو پيو هوندو هو. نه جاڳندي جيءَ جام هوندو هوم، نه سمهڻ سان سانت ۽ آرام ايندو هو. دل ڍنڍ تي سير ڪرڻ به ڇڏي ڏنو هوم. سارو ڏينهن گهر ڀيڙيءَ ۾، اُن مانسڪ لوڇي وهيٺو ٿيو، پيو هوندو هوس.

ڪالهه، شام جو، سروپ آنند، منهنجي غريب خاني، گهر ڀيڙيءَ ۾ لنگهي آيو. منهن اونداهيءَ جي مهل هئي. اندر گهڙڻ سان، ڏوراپو ڏيئي چيائين: "واه! پائي، واه! سچا سارا ٿي ڏينهن عدم پيدا! تنهنجي وات ڏسي، ڏسي، آميءَ جو منهن مايوس ٿي ويو آهي. متس ڪهڙو منتر جنتر هنيو اٿئي؟ سوداميءَ، الهيءَ ڪري، تنهنجي خبرچار لهڻ لاءِ سونڪي زور ڪري موڪليو آهي."

سان وائڙن جيان ڏانهس نهاريندو رهيس. هن منهنجي منهن ۾ اکيون کپائي نهاريو، ۽ هڪ من آچل سان به ڊگها قدم کڻي، اچي منهنجو ساڄو هٿ پنهنجي هٿ ۾ پڪڙيائين، "توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟ توکي ڇا ٿيو؟" هن پڇيو:

انهن من آچل سان پڇيل سوالن مون کي سچيت ڪيو، ۽ مون پاڻ سنڀالي چيو: "ڪلاڪارن جي جيوت پنهنجي هٿ وَس نه ناهي: متن ڪنهن مهل ڪهڙي نه ڪنهن مهل ڪهڙي حالت طاري ٿئي ٿي.

ڪن پل لاءِ هن اهو سبب قبول ڪيو، پر صرف ڪن پل لاءِ. مون سندس منهن مان ڏٺو نه انهيءَ کيس تصديق ڪانه ڏني، ۽ هن چيو: "پر تنهنجيون اکيون هئن ڏرا ڇو ڏيئي ويون آهن؟ منهن پيلو هئڊ ڇو ٿي ويو اٿئي؟ ڪهڙي ڏائڻ تنهنجو رت ست چوسي ويئي آهي؟ ناڙ نه ڏسانءِ."

منهنجي ناڙ ٽپاسي ۽ منهنجي نرڙ کي هٿ سان سپرش ڪري، چيائين: "مان ڀانيان ٿو نه ڪنهن ڊاڪٽر کي سڏي اچان."

مون، تنهنتي، کلي چيس: "ڪا ڦڪي فرق ڪالهه ڪندي،

سروپ آنند. مان ڪنهن آتمڪ پيڙا سان لنگهي رهيو آهيان. هن مرض جي پاڙ منهنجي آتما ۾ آهي. مون کي ڇڏي ڏي. آتما پنهنجي آڙ کڊ پاڻهي کولي لهندو. آتمڪ صحت-بخشيءَ جا رستا اوڙ آهن."

سروپ آنند ڪا گهڙي منهنجي منهن ۾ نهاريندو رهيو. نيٺ هڪ ٿڌو ساهه ڀري، چيائين: "اهو ٺيڪ آهي. طالبن جي پيڙا نرالي ٿي ٿئي. شل توکي جلد صحت نصيب ٿئي"

ائين چئي، هو ماٺ ميٺ ۾ موٽي ويو.

ڪلاڪارئي ڪلاڪار جي حالت محسوس ڪريٿو.

* * *

مان سروپ آنند جو پريم-پتر هٿ ۾ جهليو، ڪرسيءَ تي ويٺو هوس. ڪلاڪ گذريو، ٻه گذريا، ٽي گذريا، چار گذريا، مان انهيءَ ئي حالت ۾، جنهنکي نه سرت ۽ نه آناسرتي سڏي سگهجي ٿو. منهنجي من ۾ ڇا پئي وهيو واپريو، تنهنجي سڌ نڪا تڏهن ئي هيم، نڪا وري هاڻي اٿم. پر گهڙيال جو ڪانٽو اچا پنجن تي پهتو ۽ پهريون ٺڪاهُ ئي ڪونه لڳو ته مان ڇرڪ ڀري اٿيس. مون کي سودامنيءَ جي ڪشش ٿي رهي هئي. هوءَ منهنجي جيءَ، جئي ۽ جان، تنهي کي پاڻ ڏي ڇڪي رهي هئي. مون کي ياد ڪونهي ته مون ڪئن ايترو جلد هٿ منهن ڌوئي، ڪپڙا بدلايا، ۽ ڪئن ٽانگي ۾ سوار ٿي، ساڍي پنجين جي ٺڪاهه تي سودامنيءَ جي دولت خاني تي پهچي ويس.

سروپ آنند ۽ سودامني ٻئي منهنجي اوسيڙي ۾ ويٺا هئا. منهنجي اندر گهرڻ سان، سروپ آنند ٽپ ڏيئي اٿيو ۽ اڳيان وڌي منهنجا ٻئي هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهلي، چيائين: "واهه! هيڏي دير! چانهه ٺري وئي آهي. سودا، جلد چانهه جو

ڪوپ ناهي وٺ. آرتي شروع ٿي ته هنڪان اڳي پهچڻ گهرجي.“

سودامني منهنجي منهن ۾ نهاري رهي هئي. جيڪس منهنجي هيٺايل صورت تي عجب ڀئي ڪاڏائين ڀاءُ جو ڀڙو اٻڏو ڪري، وڏي مونوٽ آئي، ۽ مون کان پڇيائين: ”توهين ڇاڪ ته آهيو؟ هئن شڪل ٿي، ڇو متجي ويئي آٿو؟“

پريميءَ جي دکي حالت تي جڏهن پريتما دکي ٿئي ٿي، تڏهن پريميءَ جي رڳ رڳ ۾ ڇو مسروريءَ جون تڏيون لرزشون آڻن ٿيون ۽ هن جو دک گهٽي قدر ڪافور ٿيو وڃي؟ ڇا سنسار ڀر جا سڀ پريمي اهڙا ٿي سوارٿي آهن؟

مون مشڪي ورائيس: ”ڪاله سروپ آنند چيو ته ڪا ڏائڻ منهنجو رت چوسي ويئي آهي: پر مان ائين ٿو ڀانيان ته ڪا اندر لوڪ جي اپڇرا منهنجي جيءَ مان غير ڪيئي، مون کي پنهنجي لائق بنائي رهي آهي.“

سروپ آنند ڪير ڀوانيءَ جي وَرهياري آرتي ابتدا کان انتها تائين ڏسڻ لاءِ آتو هو. سو آسان پنهي کي وچ ۾ ڪپي، چيائين: ”سودا، جلد چانهه آڻ نه ته آرتي شروع ٿي ويندي“

هيءَ آتاولائي ڪلا- ڪار جي آتاولائي هئي. مان آن کي سمجهي ٿي سگهيس. هن آرتيءَ جو سڄو، پورن درشيه ڏسڻ ٿي چاهيو. سندس دل ۾ اڌورارن، اپورن درشين لاءِ جاءِ ڪانه هئي. آهي سندس آدرش سان همساز ٿي نٿي سگهيا آنهن سندس دل ۾ هڪ خيال چڙي ٿي ڏنو. انهيءَ ڪري، مون مشڪي سودامنيءَ کي چيو: ”هائو، چانهه آڻ نه ته هيءُ پرديسي اڪنڊ آرتي ڏسڻ کان رهجي ويندو.“

سودامنيءَ کي الاهي انهيءَ ۾ ڪهڙو چرچو پيو ڳي، ڏسڻ ۾ آيو جو مشڪي چانهه آڻڻ لاءِ ٻاهر هلي ويئي.

هيئنر سروپ آنند جي دل جاءِ تي، منهنجي ڪلهي تي

هٿ رکي، پڇيائين: ”ڪيئن اڄ ته طبيعت بهتر آهي نه؟ ڪير پوانيءَ جي ميلي جي رونق اوهانجي رهي ڪهي دقت دور ڪري ڇڏيندي.“

”توهان جي صحبت مان مون کي اهڙي لاڀ جي ئي آشا آهي،“ مون چيو.

* * *

ڪير پوانيءَ تي آنهيءَ نما شام جو واه جا رونق هئي! حشام ماڻهن جا اچي مڙيا هئا. زالون توڙي مرد، ڪمار توڙي ڪماريون، سڀ خوش- دل ۽ خوشنود پئي ڏٺا. مندر جي چوڌاري هڪ وڏو، شاهي ٿلهو آهي، جنهنتي ماڻهو پئي آيا ويا. ٿلهي جي هيٺ، چوطرف، ڪشميري پنڊتن جا ڪٽنب، پنهنجو پنهنجو دائرو ناهيو، ڏٺا ٻاريو، آنهن جي وچم ويٺا هئا. جوت جي خوشنما جهرمر لڳي پيئي هئي. ڪشميري پنڊتياڻين جي حسن جي هاڪ هندوستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ٿي. اڄ آنهيءَ سٿيل سونهن جو جنسي درشن نصيب ٿيو. نه هڪ، نه ٻه، پر سوين پنڊتياڻيون اچي آتي مڙيون هيون. ڪي ٻڍيون، آڪيون سندن پاڪٽي - پاوَ سان پريل؛ ڪي وچولي عمر جون، بت ۾ البت پريل پر جوانيءَ جي جهلڪ سندن اکين جي ڇهراڻ ۾ آچا نمودار؛ ۽ ڪي جوان، پنهنجي ناز سان، پنهنجي نگاهه سان، ۽ پنهنجي لوڏ سان. قد جون سڀ البت ڇوٽيون، 'ڦرن' ۽ رڱو پهريل. تعليم- يافته جوانڙين ڪي، سودامنيءَ وانگر، ساڙهي اوڍيل.

ناد وڳو، نغاري جي ڌمال ٿي، ۽ آرتي شروع ٿي؛ گهنڊ وڄڻ لڳا، ۽ ماڻهون — نه سڀ، پر ڪيترائي — مندر، جي چوڌاري پرڪرما ڏيڻ لڳا: زالون توڙي مرد، جوان توڙي جوانڙيون سڀ گڏ. هلندي هلندي ڪنهن جي ڪنهن سان مبادا ڪلهي گس ٿي، يا انگ انگ سان لڳو، ته پنهي هڪ ٻئي ڏانهن

نهاري، مشڪي پنهنجي وات تي ورتي. سپني جي منهن تي
خوشيءَ جي جهلڪ؛ سپني جي چپن تي مٺي مرڪ.

سودامنيءَ ۽ مان پرڪرما ڏيئي رهيا هئاسين. سروپ آنند
لائي ڪئين اسان کان جدا ٿي ويو هو. هڪ ڦيري کان پوءِ
اسانجو هٿ هٿ ۾ مليو. اکين ۾ ڏيئن جي جهرمر ۽ ڪنن
تي آرتيءَ جو مڌر آلاپ ۽ دل ۾ پريم آلوڪڪ آنند، مون
پاڻ کي سرڳ-پوريءَ جو نواسي ٿي پاتو. ماڻهن جي پيهه
۾ سودامنيءَ کي ٿيلهو آيو. هوءَ منهنجي پاسي آهلي، ۽ مون
پنهنجي ٻانهن سندس ڪمر ۾ وجهي، کيس جهليو. هن جي اکين
منهنجي اکين ۾ نهاريو، ۽ منهنجي اکين هنجي اکين ۾. آرتيءَ
جو آواز سماپت ٿيڻ کان اڳ چوٽ رسيو، ۽ اسانجون دليون،
آنهيءَ نهار ۾ نهال ٿي، هڪ ٻئي کي آرپجي ويون.

( ٤ )

”هيءَ مٺو، رس-پريو آنند وه-گاڏئون اٿي. ذائقي
۾ امرت-رس، پر اثر ۾ قاتل زهر ثابت ٿيندو.“

سپني ۾ ڪنهن اهي لفظ مون کي ٻڌي ڇيا؟ مان نيلي
ننڊ ۾ مٿي مٿي پئي آڏاميس. منهنجي دل ڪنهن آتي آنند کان
گد گد هئي؛ ڦولي نٿي سمائي. جيوت جي آخرين پر ڦلتا جي
احساس جو آنند شانتي مي پئي پاسهو. اوچتو منهنجي اڏام بند
ٿي، ۽ مان هيٺ ڪرڻ لڳس. منهنجي دل کي ڪنهن الکي
هراس اچي گهيريو، ۽ منهنجي ڪنن ۾ اهي لفظ پڙڻ لڳا:
”هي مٺو، رس-پريو آنند وه-گاڏئون اٿي، ذائقي ۾ امرت-
رس، پر اثر ۾ قاتل زهر ثابت ٿيندو.“

مان ڊپ ۾ اٿي ويٺس. سارو بدن پگهر ۾ شل ٿي
ويو، ۽ مان بيوس معصوم جيان پاڪارڻ لڳس: ”ليلان! ليلان!
منهنجي امر محبوب ليلان!“ ڪمرو مون کي ٻوساٽ لڳو. مون
بستري تان اٿي، چمپل پاتو، ۽ ڊرائنگ روم مان لنگهي، ٻاهر

ڪٽلي ۾ ويس. خوش نصيباً هڪ آرام ڪرسي تي ويٺي هئي. مان ان ۾ ويٺي، تازو لڏل سپنو ياد ڪرڻ لڳس. سپني جو ويچاڻ پترو پيو هو. منهنجي دل جا جذبات مون ڪي سوداميءَ جي اکين ۾ سرڳ جو درشن ڪرايو هو؛ پر منهنجي من جو ڪو ڀاڱو هو جنهن انهيءَ ڪي سرڳ نٿي سمجهيو، ۽ مونکي چتاءَ ٿي ڏنو تہ مان وڏي خطري ۾ آهيان.

منهنجي دل ۾ وري ڪشمڪش شروع ٿي. وري منهنجيءَ دل ڪر ڪيتر جو روپ ڌاريو ۽ ليلان سان وفائيءَ جي خيال ۽ سوداميءَ لاءِ سڪ جي وچ ۾ جنگ جاري ٿي. مون ائين ڀانيو تہ ليلان جي سندرتا ۽ آتما منهنجي سروپ سان ملي هڪ ٿي ويا آهن، ۽ سوداميءَ منهنجي سروپ کان ٻاهر هڪ دلفريب، دلربا صورت آهي، جا منهنجي دل کي پنهنجيءَ سونهن ۽ مڌرتا سان ڇڪي رهي آهي.

منهنجي انهيءَ حالت ۾ اهڙيون تہ دماغي باريڪيون هيون جو منهنجو مغز چڪر کائڻ لڳو. مون اکين تي هٿ گهمائي، آسمان ڏانهن نهاريو. اڪيچار تارن جي سيتل ٽمڪ ٽمڪ ۾ بہ نہ هن مانسڪ مسئلي جو ڪو جواب هو نہ منهنجي تتل هنئين ۽ منجهيل من لاءِ ڪو ٿڌو ۽ آٿت.

پره ڦاٽڻ کانپوءِ ڪِڏيون، پر مان انهيءَ ئي حالت ۾ ويٺو هوس. جڏهن آس جي ناءَ جي ڪري ٻاهر ويهڻ البت ڏکيو ٿيو، تڏهن اٿيس ۽ سنان پاڻي ڪري، ڪپڙا پهري، سڌو سروپ آنند جي گهر ويس.

سوداميءَ ۽ سروپ آنند گهر ڪونہ هئا. سروپ آنند مڪاني مهاود ياليہ ۾ ڊرائنگ ماستر هو. منهنجي اچڻ کان اڳيئي هو پنهنجي ڪم تي هليو ويو هو. سوداميءَ سرينگر جي استري منڊل جي ڪاروباري ڪميٽي جي ميٽنگ ۾ ويئي هئي جنهن ۾

سرينگر جي غريب، مفلس لوڪن جي آڌار لاءِ ڪي عملي رٿون فيصل ٿيڻيون هيون.

آمي آڪولي ويٺي هئي. ڪشميري سفيد ريشم جي ڪپڙي ٽڪر تي ڀرت وجهي پرپائين. سندس منهن تي ڪهڙي نه عميق شانتي ڇانيل هئي! هن ڪهڙن آتمڪ چشمن مان آنچمن ڪيو هو جو هنجي جسم ۽ جان کي اکنڊ شانتي سرتي هئي؟

مون کي ڏسڻ سان هنجي منهن تي هڪ هلڪي مشڪ پکڙجي ويئي، ۽ پنهنجي سامهون وهڻ لاءِ اشارو ڪيائين. مان ماٺ ميٺ ۾ سندس سنمکه ٿي ويٺس.

پنهنجي ڀرت جو ڪڻ پورو ڪري، هن منهنجي منهن ڏي نهاريو، ۽ نهايت گنڀيرتا سان چيائين: "ديس ۽ ڪال جي لحاظ کان تون سنڌاريو آهين؛ ليڪن آتما جي ديس ۾ اهي حدون ڪينهن. تون مون کي پنهنجو آهين. ڪنهن آتمڪ سنبنڌ جي ڇڪ توکي گهيلي اسانوٽ آندو آهي. مان تنهنجي من جي دشا ڇاڻان ٿي. ڇاڻنديس ڀلا ڪئن نه؟ منهنجو پيءُ پڳت هو، ۽ سندس حياتيءَ جو عظيم ۾ عظيم مسئلو هو سندس پريو ڀڳتيءَ ۽ سندس استريءَ لاءِ سنيهه جي وچ ۾ جنگ. سندس سڪرات جي گهڙي مون کي اچا ياد آهي. انهيءَ آخرين گهڙيءَ ئي هنجي من جي ڪرڪيٽر ۾ جنگ جو خاتمو ٿيو ۽ هو آتل ست جو درشن ڪندي، هن مٽي جڳاڻي کان موڪلائي ويو. منهنجو پتي، سروپ آنند جو پٽا، چترڪار ۽ ڪوي ٿي هو. مونکي سندس دل جي نرالن نرالن ڀاوَن جي ٻليءَ ڀت پروڙ هئي. هن جي دل کي ڪئن جيوت جون جدا جدا وفاداريون ڏونڌاريندڙيون هيون، سو مون کان ڳجهو ڪونه هو، جيتوڻيڪ هن اِئين تي ڀانيو ته اهي هڪ استريءَ جي سمجهه ۾ اچڻ کان ٻاهر هيون. چندر، جي طالب آهن، جي ست، يا سندرتا جا ڳولائو آهن، تن لاءِ نه آهي

چئن نہ آرام، آننت بي آرامي هئن جو سهاڳ آهي. انهيءَ مان ئي ڪلا جا سندر ۽ سندر روپ سنسار کي ملن ٿا، انهيءَ مان ئي مڪت آتمائون جنم وٺن ٿيون. انهيءَ ڪري، تون سهاڳڻ مان آهين، چندر."

هن جي آواز ۾ کهڙي نہ سمجهہ سمايل هئي! هن جي مڌر وچنن ۾ ڪهڙو نہ مرهم هو! مون هٿ جوڙي، کيس نمسڪار ڪيو، ۽ چيو: "آنهيءَ سهاڳ جو بار ڪڏهن ڪڏهن اسهہ ٿو ڀاسي."

"منکہ نهل وسنو آهي. آتما ۾ جيوت گهارڻ سان ڪجهہ بہ اسهہ نٿو ڀاسي. اندر جا سڀ لوچا پوءِ آنند مي ٿيو پون."

"پر، آمي، مان ڪلاڪار آهيان. ٻاهرين روپن ۽ رنگن جي شناس مونهان ڪئن ميسارجي سگهيٿي؟"

آميءَ مٺي ٻاپوءِ سان وراڻيو: جڏهن سارو برهمانڊ آتم-روپ ٿو ڀاسي، تڏهن ٻاهريان روپ ۽ رنگ ٻڌن نٿا. آنهن مان پوءِ آهو آنند ٿو اڇي جنهنہ آجائي آهي."

مون نراس ٿي چيو: "مان توهانجي لفظن جو ست محسوس ڪريان ٿو، ليڪن منهنجي دل آهو الاهي چو قبول نٿي ڪري."

آميءَ صرف مشڪيو.

مون ڳالهہ ڦيرائڻ جي ارادي سان پڇيو: "سودامني ڪيڏانهن ويئي آهي؟"

"استري منڊل جي ڪنهن ميٽنگ ۾ ويئي آهي. ترس. ڏهن پندرهن منٽن ۾ اچي ويندي."

مون تڪڙ تڪڙ ۾ چيو: "مان ڪو کيس ڳڌڻ ڪون آيو هوس."

آميءَ مشڪي، منهنجي منهن ۾ نهاريو. "ماءُ جي اکين ۽ دل کان اها ڳالهہ ڪئن ڳجهي رهندي، چندر؟" هن چيو. "مان پاڻ کي تنهنجي توڙي سودامنيءَ ٻنهي جي ماءُ محسوس

ڪريانتي. انهيءَ ڪري پنهي جي دل جي حالت پاڻمرادو مونکي معلوم ٿيو وڃي. ماءُ جي حيثيت ۾ مان توکي صلاح ڏيان ته مجندين؟" هن پڇيو.

مون صرف چيو: "ڏسو."

"هرڪو انسان پنهنجي جنگ اڪيلي سر پاڻ ٿو جوڙي، ۽ آن ۾ هار يا جيت پائي. تنهنجي آتما جو انهيءَ ۾ يلو آهي ته تون هتان اڪيلو ئي اڪيلو هليو وڃ. پنهنجي دل جي اگهور سنڪٽ کي اڪيلو منهن ڏي. تنهنجي آتما ڪوبہ جي ڪل مان آهي. مون کي اميد آهي ته توجهڙي سورمي کي جيت نصيب ٿيندي، پر جيت يا هار، بنهي حالتن ۾ تنهنجي لاءِ هيءَ در کليل هوندو، ۽ آنهيءَ سان گڏ تنهنجي آجيان لاءِ ماءُ جون ٻانهون ٻه."

هوءَ آئي، منهنجي پرسان آئي، ۽ منهنجو منهن پنهنجن هٿن ۾ جهلي، منهنجي نرڙ تي هڪ مٺڙي ڏنائين.

( ٨ )

"سرينگر کان ٦٠ ميلن جي مفاصلي تي پهلگام آهي. واٽ تي آتاهان سروَ ۽ سفيدا رستن تي ڇانو ڪري بيٺا آهن ۽ چوڏاري سبز آباديءَ جا ميدان روح کي راحت پيا ڏين.

"پهلگام سمنڊ جي سطح کان ٧٢٠٠ فوٽ اوچو آهي. اصل ڌنارن جو ڳوٺ آهي. پر هينئر اونهاري ۾، جهوني ڳوٺ کان اڌ ميل اوريان، سيلانين جي لاءِ نئون ڳوٺ ٻڌجيو وڃي. اوپر ۾ سبز سائي ميدان تي تنبو لڳيو وڃن. پهلگام ڪشمير جو مشهور صحت-گاهه آهي. ماڻريءَ جي چوڏاري آتاهان جبل آهن، جن تي چيل ۽ ديال جا ٻيلا آهن...."

"ڪشمير جو سونهو"، جنهن مان مٿيون احوال پهلگام جو هٿ آيم، سو هٿ ٿيلهيءَ ۾ وجهي، مان پهلگام وڃڻ جو

فيصلو ڪري آيس. گهر - ٻيڙيءَ جي مانجهين (ڪشمير ۾ ”مانجهين“ تي سڏيائون) سان حساب ڪتاب چڪتو ڪري، مان انهيءَ ڏينهن ئي پهلگام ڏانهن روانو ٿيس، ۽ نماشام جو اتي پهچي ويس.

پهلگام جي ماٿري هڪ سندر ماٿري آهي، جنهن مان جهلم پنهنجي نرمل، ٿڌي پاڻيءَ سان گهرگهاٽ ڪندي پئي وهي. جهلم جي اورئين پر تي هوٽلون ۽ بـازار آهي، ۽ انهن جي پار آهستي آهستي اڀاهون ٿيندڙ سبز ميدان. انهيءَ ميدان جي شانتيءَ ۾ هڪ تنبو مسواڙ تي وٺي، مان اتي منزل انداز ٿيس.

مون کي ياد ڪونهي ته مان ڪيترا ڏينهن انهيءَ انوپ سندر آستان ۾ ٽڪيو پيو هوس. منهنجي آتما ڪال جون حدون لتاڙي، اڪال ۾ گهاري رهي هئي. منهنجي جسم ۾ انئي پهر صرف ٻن جذبن جون اٿلون پئي ٿيون: هڪ هرکہ جي ۽ ٻي سوگہ جي، هڪ مسروريءَ جي ۽ ٻي ماتم جي. پهرين حالت مونلاءِ ڏينهن ۽ ٻي حالت مون لاءِ رات هئي. انساني دکہ جا عمق مون انهيءَ عرصي ۾ تانگهيا. ٽيڪا ڪارن جو رايو آهي ته انهيءَ عرصي جو منهنجو رچيل شعر جذبات جي سچائيءَ ۽ قدرت مان ورتل رنگن ۽ روپن جي ڪري سنڌي ساهت ۾ يگانو آهي. انهيءَ قسم جي شعر ۾ انجو جيس جوڙ ڪونهي. اهو سمورو شعر مون بيخوديءَ جي حالت ۾ رچيو. مون کي لکہ ڪانہ هئي ته مون ڇا ٿي ڪيو. پنهنجي وس ڪون هوس. ڪي قدرت جون گپت شڪتيون منهنجي جيون کي هلائي رهيون هيون. درحقيقت، مان اڄ ٻہ تصديق سان نٿو چئي سگهان تہ اهو شعر منهنجو رچيل آهي. مون کي صرف اها خاطري آهي تہ اهو منهنجي هٿ-ٺهيءَ جي ڪاغذن ۾ منهنجي هٿ اکري پيو هو.

وٺسر جي سبزويءَ، پانڊو مندر، ۽ ٻين ويجهڙائي ۾ روچڪ

اسٿانن جي زيارتن ۽ آنهنجي باريڪ فضا سان روح کي همساز ڪرڻ سان ٻه منهنجي من تان ڪارو ڪڪر ڪونه هٽيو. سند رتا جي نون نون روپن ۽ آڪارن ڏسڻ سان ٿد گد ٿيندو هوس، پر آها خوشي کنهبي جو چٽڪو، ڪن پينگر جو کيل هئي، ۽ آنهيئين غميءَ جي غبار ۾ غائب ٿي ويندي هئي.

ليلان جا ڏينهن-ڏٺا سپنا لهڻ لڳس. ڪنهن سبز پهاڙ جو نظارو پيو پسندو هوس، ته ليلان جي صورت منهنجي اکين اڳيان اچي بيهندي هئي، ۽ آهستي آهستي منجي سودامنيءَ جو روپ وٺندي هئي. اها مايا-درشتيءَ جي حالت مونسان لڳاتار ايترا ڏينهن ته هلي جو مان پانياٺو ته جي منهنجي اوچتو ڊاڪٽر سري رام سان ملاقات نه ٿئي ها ته مان پڪ پاڳل ٿي پوان ها.

هڪ ڏينهن، پيچ پنيءَ جو، جهلم جي پار هڪ سائي ٽڪريءَ تي ويٺي، مون نديءَ، پهاڙن ۽ ڏيپ جو نظارو پئي پسيو ته ليلان منهنجي اکين جي اڳيان اچي بيٺي، ۽ لحظي ٿي هڪ ۾ کلندي، منجي سودامني ٿي پيئي. مان ڪيڪ ڪري، ٽڪرو ٽڪرو اڏامندڙ پيرن سان ڊوڙندو، هيٺ لهڻ لڳس. ڪنهن خوف کان پٺي رهيو هوس. پهاڙ جي پاڙ وٽ پهچي، مان سهڪڻ لڳس. منهنجي منهن تي هراس ڇانيل هو. منهنجيون اکيون ڊپ کان وڏيون ٿي ويون هيون. اوچتو مون پنهنجي ٻانهن تي ڪنهنجي هٿ جو ڪومل هٿ سپرش محسوس ڪيو. مون ڇرڪ ڀري نهاريو. پنهنجي پرسان جمرو، جاڳندو انسان ڏٺم. مون يڪدم پنهنجو هٿ ڪڍي سندس ٻانهن ۾ وڌو ۽ واڪو ڪري چيم: ”مون کي بچايو، مونکي بچايو.“

مونکي سڌ ڪانهي ته مونکي ڪنهن ڪٿائي تنبوءَ ۾ اچي سنڀاريائون، ته ڪنهن سچا سارا ٽي ڏينهن، جي مان نيم-غش جي حالت ۾ پيو هوس، منهنجي پرگهور ۽ چاڪري ڪيائون، ڪنهن مونکي آنهيءَ اوڙاه جي ٻنهه ڪناري تان بچائي واپس

آنداڻون، جنهن ۾ آءٌ ڏيڍ سال انسان نٿو رهي ۽ ٻاڪڻان جي سنسار ۾ پرورش ڪري ٿو. ٽن ڏينهن جي آني پورا مان آٿڻ بعد مون ڏٺو ته هڪ شخص منهنجي کٽ جي پرسان ڪرسي تي ويٺو هو ۽ "ٽربيون" اخبار پئي پڙهيائين. جيتوڻيڪ مان کيس سڃاڻي نٿي سگهيس، ته به سندس شڪل منهنجي من ۾ هري پئي ۽ ائين پئي محسوس ڪيم ته اڳي ڪٿي ڏٺو اٿمانس. مون ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن مان اهڙو ته نبر ٿي ويو هوس جو وات مان اکر آڪليم ٿي ڪين ٿي. هن جي نظر مونتي پيئي، ۽ هن مونکي هدايت ڪئي ته: "آڇا توهين ڪمزور آهيو. آرام ڪريو. اميد ته شام تائين ڳالهائڻ ٻولڻ جي قابل ٿي ويندا."

هن آٿي، ٿرماس مان شروو ڪوپ ۾ ليٽايو، ۽ آهو مونکي آهستي آهستي پياريو. مون پنهنجي بدن ۾ البت تقويت ايندي محسوس ڪئي. پر جلد ئي ڳهر جو اثر ٿيم ۽ مان صحت-بخش ننڊ ۾ پئجي رهيس.

وري جڏهن جاڳم ٿيم، تڏهن سنجها جو وقت هو. منهنجو اجنبي شيواداري ٽپائي تي بتي ٻاهي رهيو هو. سندس پٺ مونڏانهن هئي. منهنجي بدن جي چرپر جي آواز تي هن ڪنڌ ورائي، مونڏانهن نهاريو. مونکي سجاڳ ڏسي، هو بتي اتيئي ڇڏي، وڏي مونوٽ آيو، ۽ پڇيائين: "هنئر ڪئن آهيو؟"

"مان پاڻ کي گهڻو بهتر پيو سمجهان." مون ورائيو.

"مان توهانجي نالي کان واقف ٿي سگهانٿو؟"

"مان ڊاڪٽر سري رام جي نالي سان سڏجانٿو. توهانکي انهيءَ چاڻ جي سياويڪ آڻ ٽڻ هوندي ته مون توهانجي ڪان ۾ هئن دخل ڇو ڪيو آهي. ٽنهن ڏينهن توهين پهاڙ تان ڊوڙندا هيٺ آيا، ۽ مونوٽ پهچڻ سان بيهوش ٿي ويا."

"قطع ڪلامي معاف، انهيءَ کي گهڻا ڏينهن ٿيا؟"

”اڄ چوٿون ڏينهن آهي،“ هن ورائيو.
”چار ڏينهن توهان منهنجي پرگهور لڌي آهي! مان توهانجا ٿورا ڪئن آدا ڪري ٿو سگهان؟“
”مون ته صرف پنهنجو ڪرتب پالن ڪيو آهي. مان ڊاڪٽر آهيان. بيمار جي ڪشٽ نورت ڪرڻ جو اُدم ڪرڻ منهنجو فرض آهي.“
”پر مون توهانکي الاهي پين ڪهڙن ڪرتبن ۽ مشغولين کان هٿ روڪي رکيو هجي،“ مون چيو.
ڊاڪٽر سري رام جي چپن تي هڪ مشڪ ڏيکاري ڏني. هن چيو: ”هڪ وقت هڪ ڪرتب ڪافي آهي. مان هتي پنجن ورهين کانپوءِ، ڏاڍي مشڪلات سان پاڻ کي فارغ ڪري، وندر ۽ سيل لاءِ آيو آهيان.“
”۽ مون توهانکي سيل ۽ وندر کان محروم ڪيو آهي،“ مون ڪيس وچ ۾ ڪپي، چيو.

هن ڪنڌ ڌوڻي چيو: ”نه ائين نه آهي. توهانجي ڪيس مونکي قدرت جي دلچسپ نظارن سان گڏ، دماغي دلچسپي ميسر ڪري ڏني آهي. توهانجو ڪيس هڪ نرالو ڪيس آهي. انهيءَ جي اڀياس مان جا مون مانسڪ وندر حاصل ڪئي آهي، سا هتي وچايل وندر جو ڪافي کان وڌيڪ اُجورو آهي. انهيءَ ڪري توهانکي منهنجي ٿوري مڃڻ جو ڪو سبب ئي ڪونهي.“

مون پڇيس: ”توهين سمجهو ٿا ته مان ڪڏهن نؤبنو ٿيندس؟“

هن ورائيو: ”هتي جي هوا ۽ پاڻي اهڙا صحت بخش آهن جو مونکي قوي اميد آهي ته صبح جو توهين بستري تان اٿي، تنبوءَ جي ٻاهر ٽهلي سگهندا. هنئر هيءَ شروو پيو ۽ جي ڊبل روٽيءَ جو ٽڪر کائي سگهو ته کائو. صبح جو بستري

چڱڻ ڀلي هيءَ گرم پنڊي پائجو، جنهن ڏڏيءَ هوا جي جهڙپ نہ لڳي رهيو.“

ڊاڪٽر صاحب، مان معلوم ڪري سگهانٿو تہ مونکي ”ڪهڙي بيماري هئي؟“ مون آتاولو ٿي پڇيو.

”انهيءَ ڄاڻڻ جي ڪهڙي تڪڙ آهي؟“ هن چيو. ”صبح جو نوٻجا ٿي آئو، پوءِ جيڪي پڇڻو هجيو سو پڇجو. مونکي بہ توهانکان ڪيترائي سوال پڇڻا آهن.“

ٻئي ڏينهن صبح جو، مان تنبوءَ جي ٻاهر سبزويءَ تي پسار ڪري رهيو هوس تہ پاسي واري تنبوءَ مان ڊاڪٽر سري رام کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏٺم. سندس هٿ ۾ ٿرماس هو. بدن جو البت سوڪم، پر ڪڙو تڙو، هو لنبن، تڪڙن قدمن سان اچي رهيو هو. سندس منهن تي مشڪ هئي، ۽ سندس نرڙ تي ڀلمانسائيءَ جا آهڃاڻ. مونوٽ ڀيٽڻ سان هن چيو:

”خوب، خوب. پهلگام جي آب و هوا بيشڪ قوت-بخش آهي. ڪئن، اڄ پاڻ کي ڪئن ٿا پائيو؟“

”اوهانجي مهربانيءَ سان مان اڄ پاڻ کي نوَٻنو پيو سمجهان،“ مون چيو.

هن منهنجي ناڙ ڏٺاسي ۽ نرڙ کي سپرش ڪري ڏٺو. ”هاڻ اچو ٻہ گلئڪسو بسڪوٽ کائي، هيءَ شروع صحت ڪريو.“

اسين منهنجي تنبوءَ جي ٻاهر ڪرسيون وجهي ويٺاسين. مان ماٺ ۾ بسڪوٽ کائي، شربو پيئڻ لڳس. ڊاڪٽر صاحب کيسي مان اخبار ڪڍي، پڙهڻ لڳو. مون رکي رکي هنجي خوش-خلق چهري ڏي پي نهاريو. منهنجي دل هن جا ٿورا مڃي رهي هئي. هڪ ستداريو هئن پنهنجي وندر وروهن هڪ اتفاق سان مليل اجنبيءَ جي لاءِ قربان ڪري، سا ڪا معمولي ڳالهہ ڪانہ هئي. هن مون ۾ هيتري دلچسپي ڇو ورتي؟ مونسان هنجو ڪهڙو رشتو هو جو هن هئن منهنجي پرگهور

ٿي لڏي؟ ها، ڪي اهڙا جيوَ آهن، جنهجو سڀاءُ ئي آهي ٻين جو دک درد ميٽڻ. هننکي انهيءَ مان ايترو آنند ٿو اچي جو هو انهيءَ ۾ ئي پنهنجي جيون جو آدرش پائين ٿا. ٻين جي ڏک ڏوجهري اڳيان هن ڪان پاڻ وسريو وڃي؛ ۽ هو پنهنجيون گهرجون، پنهنجيون مشغوليون، پنهنجيون وندرون، ۽ پنهنجيون ڪرت ڪاريون ڀلجيو وڃن.

مون شروع ٻي پورو ڪيو ۽ ڪوپ هيٺ گاهه تي رکيم. ڊاڪٽر صاحب به اخبار ويڙهي کيسي ۾ وڌي، ۽ مونڏانهن مشڪندي چيائين: "هاڻ جيڪي به پڇڻو هجيوَ سو پڇو."

مون گنڀيرتا سان سندس منهن ۾ نهاري چيو: "اول ته مان توهانجو تهدل شڪرگذار آهيان جو توهان هڪ ستاري جي پرديس ۾ پرگهور لڌي آهي. انهيءَ عين موقعي تي توهين جي نه اچي پرگهٽ ٿيو ها ته منهنجي الاجي ڪهڙي حالت ٿئي ها."

ڊاڪٽر صاحب مونکي وچ ۾ ڪٽي چيو: "انهيءَ ۾ توهين ايشوري رتا ڇا ڏسو؟ منش کي ڪهڙي مجال آهي جو هو ڪجهه به ڪري سگهي؟ هو ته صرف الوڪ شڪتين جو واهڻ آهي. مان ته ائين ٿو ڀانيان ته آنهن ئي مونکي گهيلي هٿ آندو آهي. انهيءَ ڪري ته رڳو توهانجو ڀلو ٿيو آهي، پر منهنجو به."

مون تعجب ۾ چيو: "منهنجو ڀلو ٿيو آهي سو مان سمجهي سگهان ٿو ۽ انهيءَ لاءِ توهانجا ٿورا مڃان ٿو. پر توهانکي ته اٽلو دقت، تڪليف ۽ سيڙاپو ٿيو آهي."

هن ڪنڌ ڌوڻي، گنڀيرتا سان چيو: "نه. قدرت پنهنجا ڀال پنهنجي نموني تي ڀلائي. منهنجو مانسڪ-وديا جو علم ڪتبو پئي وهو. آنهن ڪاڻ ترقي ڪانه ٿي ٿئي. توهانجي هڪڙيئي

ڪمس نہ رکيو منهنجو علم تازو پر اُنکي مالا مال بہ ڪيو آهي.
مان مانسڪ مرض هنثر نئين نقطہ نگاہ کان ڏسڻ لڳو آهيان."

"توهين تڏهن ڊاڪٽر ڪونہ آهيو؟" مون پڇيو.

هن مشڪي ورائيو: "مريض کي دوائون ڏيڻي، هنجو بدني سرشتو وهائڻ منهنجو پيشو ڪونهي. منهنجي عقيدي موجب هرهڪ مرض جا مانسڪ سبب آهن. اُنهنجي دور ڪرڻ ۾ قدرت جي نيمن انوسار جيوت گهارڻ سان، مريض نوَبنو ٿيو پوي. غرض تہ مان من-چيدي آهيان."

"پر جيوڻ جي ڪري جي بيماريون ٿين ٿيون، تن جو تہ من سان ڪو تعلق ڪونهي،" مون چيو.

"هائو، اهي بيماريون ڏار قطار ۾ آهن،" هن ورائيو.

مون حرص مان پڇيو: "ڊاڪٽر صاحب، مونکي پڌائيندا تہ مونکي ڪهڙي بيماري هئي؟"

"توهانجو بدن سالم آهي،" هن چيو: "بدن جي ڪنهن بہ ڀاڱي سان ڪابہ ويڌن ڪانہ آئي. توهانجي بيماريءَ جا ڪارڻ توهانجي من جي هيٺين تهن ۾ آهن. غش واريءَ حالت جي ٽن ڏينهن ۾ توهان ڪيترائي دفعا ڳالهايو پئي. پر توهانجي ٻوليءَ کان واقف نہ هئڻ سبب مان ڪن جزوي لفظن کانسواءِ ڪجهہ بہ سمجهي ڪونہ سگهيس." ائين چئي، هن پنهنجي اندرئين کيسي مان ڊائري ڪڍي. اُها کولي، هو انمان پڙهڻ لڳو: "سندرتا — سندرتا جي ديوي — ليلان — سندري — الوڪ — آتما — سودامني — وفاداري — ڪنول نئي — نرمل نير — پهلگام — سروپ آنند — سودامني — سري نگر — چندن واڙي." لفظن جي يادداشت پوري ڪري، هن ڊائري بند ڪري، کيسي ۾ وجهندي، مونکان پڇيو: "اوهين چندن واڙي ڏٺي آيا آهيو؟"

”نہ. اچا تہ ڪونہ ويو آهيان، جيتوڻيڪ بيمار پوڻ کان اڳي اوڏانهن وڃڻ جو ويچار هوم.“

هن منهنجي اکين ۾ گنڀيرتا سان نهاريو. ”پاڻ کي جڏهن ڪافي سپر سمجهو تڏهن ضرور هڪواري ڏسي اچجو. عجيب عاليشان نظارو آهي.“ اِهي لفظ، سڌا ۽ سرل، هن اهڙي نموع سان چيا جو مون ائين ڀانيو تہ انهيءَ صلاح ڏيڻ ۾ سندس ڪو مطلب هو جو هن ڪنهن طور مونکي پڌائڻ نٿي گهريو.

”ها، هڪواري اهو عالم-مشهور نظارو ضرور پسبو،“ مون چيو.

ڪجهہ وقت اسين ٻئي ماٺ ۾ هئاسين، منهنجي مغز ۾ طرح طرح جا سوال پئي آيريا، پر مون پاڻ کي انهن جي پڇڻ کان روڪيو پئي- هن جيڪس ڳالهہ ڦيرائڻ جي ارادي کان پڇيو:

”اوهين سنڌي آهيو؟“

”جيءَ، ها-“

”اوهان کي ڪوتا سان ڏاڍي دلچسپي ٿي ڏسجي،“ هن گفتگو جو سلسلو قايم رکندي چيو.

جيءَ ها- پر اوهانکي انهيءَ جي ڪئن سڌ پيئي؟“ مون پڇيو.

”ڪوي پاڻ کي لڪائي ٿورو ئي سگهي ٿو؟“ هن ورائيو- ”توهانجي ڪلپنا جي شڪتي نهايت پرٻل آهي، ۽ جيتوڻيڪ اوهانجي ڀاشا کان اڻ واقف آهيان، تہ بہ ايترو مان سهي ڪري سگهيس تہ توهانجي ڪوتا موزون ۽ مٺر بہ آهي-“

مون اڌير ٿي پڇيو: ”پر اوهان منهنجي ڪوتا ڪٿي ٻڌي؟“ ڊاڪٽر سري رام مشڪي، جواب ڏنو: ”بيهوشيءَ جي

حالت ۾ توهان اڪيچار موزون ۽ مٺو شعر چيو. ارمان رڳو اهو آهي جو انهيءَ کي قلمبند ڪرڻ لاءِ ڪو ڪونه هو. اوهانجو آتما ڪويءَ جو آتما آهي. ڪلپنا جي وشال سنسار ۾ توهان ڪهڙا چٽر ڏٺا ٿي، ڪهڙا مشاهدا ماڻيا ٿي، تنجي مونکي سڌ ڪانهي؛ ليڪن آنهن جي سنداري ٻوليءَ ۾ اظهار مان به مونکي نه رڳو توهانجي شاعريت جو سماءُ پيو، پر آنمان وندر ۽ راحت پڻ نصيب ٿي."

مون اوچتو گنڀير ٿي، ڊاڪٽر کان پڇيو: "مونکي سچ ٻڌايو ته مونسان ڪهڙي ويڌن آهي، ڊاڪٽر صاحب."

ڊاڪٽر صاحب منهنجيءَ هن اوچتيءَ گنڀيرتا تي چرڪ پريو. سيڪنڊ ٻه سوچي، چيائين: "توهين ڇو مهڙا آڌير ٿيا آهيو؟ مان توهانکي پڪ ٿو ڏيان ته توهان جي سرير سان ڪابه ويڌن ڪانهي."

"تڏهن منهنجي من کي ڪو روڳ لڳل آهي؟" مون پڇيو.

ڊاڪٽر سري رام پنهنجيءَ ڪرسيءَ تان آٿي، منهنجي سنمکه اچي ويٺو، ۽ منهنجي ڏائي ڪلهي تي پنهنجو ساڄو هٿ رکي چيائين: "توهين ڪنهن مانسڪ ڪشمڪشا جي چنبي ۾ آهيو. ڪلا-ڪار هئڻ سبب اوهانجي تنتن جو سرشتو نهايت ڏکئو آهي ۽ اوهانجي ڪلپنا جي هرهڪ ڪلا جو آنتي گهرو اثر پوي ٿو. مون ڪيترن پڳتن جي ڪيسن ۾ اهڙيائي حالت ڏٺي آهي. اوهين جي لڪ لنگهي پار پيا ته ڪوتا جي راڄڌانيءَ ۾ آمرتا جو چٽ توهانجو نرڙ سينگاريندو."

"۽ جي لڪ لنگهي پار نه پيس ته؟" مون پڇيو.

ڊاڪٽر صاحب البت هڪيو. مون ڏٺو ته انهيءَ سوال کان ٿي هو ڊنو ٿي. نيٺ منهنجين اکين ۾ نهاريندي، گنڀير لفظن ۾ چيائين: "ته پوءِ توهانجي ڪوتا موزون، مڌر ۽ پر-مطلب هئڻ جي بدران ڪسجي ۽ بي معنيٰ ٿي پوندي."

”يعني تہ سان پاڳل ٿي پوندس، ڊاڪٽر صاحب؟“ مون چيو.

( ٩ )

ڇهن ڏينهن جي آرام ۽ ڊاڪٽر سري رام جي سنڀال سان مان بدن ۾ وريس. ڇوٿين ڏينهن صبح جو ڊاڪٽر صاحب، مون وٽ روزمره جي نيم مطابق آيو ۽ چيائين: ”اڄ منهنجو ڪوچ آهي. منجهند جو مان روانو ٿيندس.“

”ايترو جلد!“ مون چيو. ”ڏينهن ٻہ ترسي پئو. مان اميد رکي ويٺو هوس تہ توهين مونسان سياٽي چنڊن واڙيءَ گڏجي هلندا.“

”مونکي منهنجو ڪم سڏي رهيو آهي،“ هن چيو. ”ڪلهہ ٿي تي تارون آيون اٿم، سنسار سڏي رهيو آهي: مان هت سرڳ ۾ نشچنت ڪيئن ويهي ٿو سگهان؟ اهو سياڳ صرف ڪوين ۽ ٻين ڪلا-ڪارن جو آهي.“

”ڪوي نہ فقط سرڳ ۾ نواس ڪن ٿا، پر نرڪ ۾ پڻ،“ مون ڪلي چيو. ”هو نہ رڳو اندر لوڪ جون الوليون ماڻين ٿا، پر دک جي اننت ساگر جي عميق تري ۾ آني پيڙا پڻ پوڳين ٿا.“

”مونکي جيڪو آزمودو اوهانجي ڪيس مان ٿيو آهي، تنهنجي آڌار تي مان توهان سان سمت ٿي سگهان ٿو،“ هن چيو: ”پر مان نٿو ڀانيان تہ ڪلاڪار جي هميشه اها حالت رهي ٿي. غوراب سمنڊ جي طوفاني، آسمان-ڀيچ ڇولن جي سلڪن توڙي سانت مي سطح جا آزمودا لهي، نيٺ نما شام جو بندر جي شانتيءَ ۾ گهڙي ٿو.“

”هائو، نما شام جو،“ مون چيو. آسر ۽ نماشام جي وچ ۾ اننت پکڙيو پيو آهي — مها دک سان ڀريل.“

"مانسڪ جيون جي سانت مي ۽ سندر نماشام ڪنهن به وقت اچي سگهي ٿي،" هن ورائيو. "اها حياتيءَ جي ورهيڻ تي دارو مدار ڪونه ٿي رکي."

مون صرف هڪ لنبو، سرد ساهه کنيو.

منجهند جو ڊاڪٽر صاحب الوداع چئي، سفر سڌاريو.

ٻئي ڏينهن، اڪيلوئي اڪيلو، گهوڙي تي سوار ٿي، مان اوٺ موٽ پاوبهن ميان جي ڏکئي، پهاڙي سفر تي نڪتس. چندن واڙيءَ ڏانهن وهندڙ رستو پهاڙي پيچرو آهي. پهاڙن جي پاسي ڪان گس پيو وهي، جنهنتان تتون ۽ گهوڙا تمام خبرداريءَ سان هلن ٿا. هڪ پاسي، پهاڙ جي اوچي ديوار ۽ ٻئي پاسي، سوين فوٽ هيٺ سبز سائي ماڻر آهي، جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي چوپايو مال چرندو نظر اچي ٿو.

مان سن ٿي سن ۾ پئي ويس. گهوڙو واٽ جو واقف ۽ خبردار هو، جنهنڪري مون کي ڪيس آڙيءَ هٽڻ يا لغام سان ڦيرائڻ جو اونو رکڻو ڪونه ٿي پيو. قدرت جون هيٺائيون ۽ متائيون، اوچا، وڻڪار ۽ ديال سان جهنجهيل جبل ۽ سبز ماڻريون، پاڻيءَ جون نهرون ۽ جهرڻا پسندو، اکين کي آرام ۽ روح کي راحت ڏيندو پئي ويس. اوچتو مون تي هڪ عجيب حالت طاري ٿي. مون ڏٺو ته هيٺ ساري سبز ماڻري جيوت جي چرپر سان لرزش ۾ اچي مون ڏانهن پيئي اچي — نه ماڻريءَ جو جسماني جڙو، پر جيوت جون لرزشون. الهيءَ تي مون کي ڪوبه تپرس ڪونه لڳو. مون چوڌاري نظر اُڇلي. ساري سرشٽي جيوت جي جذبي سان لرزي رهي هئي — وڻ ٽڻ، گاهه ٻوٽا، جر ۽ ٿر، آڪاس ۽ وايو، سڀ. مان وجد ۾ اچي ويس ۽ منهنجو سارو جيءُ برهمانڊ سان همساز ٿي لرزڻ لڳو.

انهيءَ عجيب آزمودي ڪيترو وقت جٽاءُ ڪيو، سو مان نٿو چئي سگهان. شايد فقط هڪ سيڪنڊ جٽاءُ ڪيو هجيس.

پر انهيءَ ڪانپوءِ منهنجي منهنجي من تي هڪ اڏ پوت شانتي شانتي وڌي. ڊاڪٽر صاحب جي تمثيل مونکي ياد آئي: ”غوراب سمنڊ جي طوفاني، آسمان- پهچ چولن جي سنڪن توڙي سالت مي سطح جا آزمودا لهي، نيٺ تماشام جو بندر جي شانتيءَ ۾ گهڙي ٿو.“

ڪن ڪن پهاڙن جي چوٽين تي اڃا برف بيٺي هئي، جا اونهاري جي سج جي اثر هيٺ ڳري، ننڍين نهرن يا آبشارن جي صورت وٺي، پهاڙن جي پاسن تان پئي وهي. ننڍيون نهرون گڏجي هڪ وڏي نهر تي ٿيون، جا ڇپر جي ڇپن تان نچندي، ٽرت وجهندي، گجي ۽ ڦوهارا ڏاهيندي، شيش نانگ جيان، ڏڪرن مان ور وڪر ڪندي، پئي وهي. سندس نالو ئي شيش نانگ. عاليشان نظارو هو.

اٽڪل ٽن ڪلاڪن جي سواريءَ بعد چندن واڙيءَ پهتاسين.

چندن واڙي هڪ وسيع سبزويءَ آهي، جنهنجي چوڌاري عمدا وڻ آيا آهن، ۽ آنهنجي پٺيان ٽڪر. ڇگو خاصو آنند آستان آهي. ليڪن چندن واڙيءَ جي مشهوري جو سبب ٻيو آهي. اهڙا سبز ميدان ڪشمير ۾ پيا به گهڻا آهن؛ اهڙي وڻڪار ۽ اهڙو پهاڙن جو سايو ٻين به ڪيترن ئي هنڌ ملندو. پر پنجن منٽن جي پنڌ تي جا برف جي پل آهي، سا سيلانين لاءِ هڪ يگانو نمائش آهي، جنهن جهڙو نمائش ٻئي ڪنهن هنڌ ملڻ مشڪل آهي. انهيءَ ڪري ئي سيلاني جيءَ ڪي جاڪوڙ ڏيئي، ڏکيو ۽ خطرناڪ پهاڙي پنڌ ڪري، هت، سمنڊ جي سطح کان نو هزار پنج سؤ فوٽ مٿي، ڪهي اچن ٿا.

سبزويءَ جي وچ ۾ هڪ ڪئنوس جو شاميانو لڳو پيو هو، جنهن ۾ هڪ خالصي جي هوٽل هئي. مون آتي لهي، ٿورو وسرام ڪري، چانهه ڍڪ پيتو، پوءِ، ڏس پڇي، وڃي برف جي پل جو مشاهدو ماڻيو.

ٻن ٻهاڙن جي وچ ۾ هڪ شاهي، عاليشان، سفيد برف جي پل هئي، جنهن جي هيٺان هڪ نرمل نهر، زوم ۽ زور سان، گهرگهات ۽ غوغاءُ ڪندي، پئي وهي. نهر هڪڙي پاسي کان پل جي هيٺان گهڙي ٿي ۽ ٻئي پاسي کان نڪتي ٿي. مٿانئس برف تي ٻيهي، سيلاني سندس وهڪري جون لرزشون محسوس ڪري سگهيو ٿي. منهنجي لاءِ هيءُ نئون، حيرت‌انگيز نماءُ هو — بي مثل ۽ يگانو. مون پل تي لٺ جي آڌار تي (جنهنکي هيٺان رڪ جي ڇهنب هئي)، ڪيترو ئي وقت پسار ڪيو. برف، مٽ پري، ڪاڻم. منهنجو جيءُ، اندر توڙي ٻاهر، سيتل ٿي ويو. دنيا توڙي پنهنجي انفرادي هستيءَ جا ويچار ۽ وسوسا سڀ مون کان وسري ويا. مون ائين پئي ڀانيو ته مان موٽي گهر آيو آهيان.

نماشام جو مان هوٽل ڏي وريس. هوٽل ۾ مون ڪانسواءِ ٻيو سيلاني ڪونه هو. خالصو، هوٽل جو مالڪ، پنهنجن ٻن نوڪرن سان گڏ، چلهه جي پرسان، ماٺ ۾ ويٺو هو. هڪڙي نوڪر هٿ ٻتي پئي ٽيڪ ٽاڪ ڪئي، ۽ ٻيو هٿ ٻڌي ويٺو هو. مان اچي هڪ ڪرسيءَ تي ويٺس.

”سردار جي،“ مون خالصي کي چيو، ”اوهين گهڻا مهنا هت شاميانی ۾ هوٽل هلايو؟“

”اٽڪل پنج مهنا، مي جي شروعات کان آڪٽوبر جي شروعات تائين.“

”اهي سڀ مهنا توهان جو گذر هتيئي ٿئي؟“ مون پڇيو.

”جي، ها،“ هن وراڻيو. ”پيٽ قوت لاءِ راولپنڊيءَ کان ڪهي هتي اچون ٿا.“

”ته جا مهنا ڪهڙو ڪم ڪريو؟“

”راولپنڊيءَ ۾ ننڍڙي ويسي اٽون- اڪال پرڪ جي ڪرپا سان ٻيو گذر ٿئي-“

”مان رات هتي رهي ٿو گهران،“ مون چيو- ”ڪنهن ڪمل جو بندوبست ٿي سگهندو؟“

”اسان اڳيئي ٿي سمجهيو ته توهين رات هت گهاريندا،“ هن چيو. ”سچ لئي ڪانپوره هيءَ پهاڙي پنڌ محال آهي اسانجو هڪ ساٿي ڪالهه ڪنهن ڪم سان سرينگر ويو آهي. هن جو ڪمل توهين ڪم آڻي سگهو ٿا.“

”توهان جي وڏي مهرباني،“ مون چيو.

هيئر البت اونده ٿيڻ لڳي. نوڪر جنهن هٽ ٻتي ٺيڪ ٺاڪ ڪئي، تنهن آها ٻاري.

”اڄ چوڏس آهي،“ مون چيو. ”منهنجي اڇا آهي ته چنڊ جي چانڊنيءَ ۾ هن عالم - آشڪار پل جو نظارو ڏسان. اوهين پلي منهنجي رسوئي پرچيو.“

ماني ٽڪي ڪائي، مون وري سردار جيءَ سان اوپاريون لهواريون ڳالهيون ڪيون. نوڪرن ٿانوَ برتڻ صاف ڪري؛ پنهنجا بسترا هڪ ڪنڊ ۾ پکيڙيا، ۽ وچ ۾ سردارجيءَ جو بسترو ٺاهيائون. مون ڏٺو ته هو سڀ سمهڻ لاءِ آتا هئا. هننجي جيوت هوٽل جي نت نيم ۾ ئي پوري ٿي ٿي. انهيءَ جي ٻاهر هننکي ڪاٻ دلچسپي ڪانه هئي. چوڏس جي چانڊاڻ ۽ قدرت جي گوناگون نظارن هنن جي دل ڪي نئي ڇڪيو. آنهن لاءِ هننجي زندگيءَ ۾ ڪا گنجائش ڪانه هئي. مون کي ويچار آيو ته هننجي جيوت جانورن کان ڪو ٿوروئي مٿي آهي. مان پاڻ کان انهيءَ جو سبب پڇڻ لڳس. اهو سندن وڪاس جي درجي ڪري هو، يا سندن نندي هوندي جي حالتن ۽ تعليم تربيت جي ڪوتاهيءَ ڪري؟

ڪمل جو هنن مهرباني ڪري مونکي رات لاءِ ڏنو هو، سو مون ڪلهي تي رکيو، ۽ هڪ هٽ ۾ لٺ ۽ ٻئي هٿ ۾

ٿرماس، جنهن ۾ گرم چانهه هئي، ڪٿي سردارجيءَ ۽ سندس
نوڪرن کي "واهگروءَ جو آسرو" چئي، مان وري پل ڏانهن ويس.
آسمان ۾ چوڏس جو چندرما ڪڙيو بيٺو هو. ان جا
روپ- ورنا منور ڪرڻا، برف ۽ نهر جي گجيءَ تي پئي پيا.
عجيب سندرتا، پوترتا جي سفيد لباس ۾، هئي. مدهوش ڪندڙ
مشاهدو هو. مان پل جي ڪني وٽ ويهي رهيس ۽ پنهنجيون
اکيون ان اڏ پوت درشيه ۾ کُپي کوڙيم.

مونکي سڌ ناهي ته مان ڪيترو وقت ائين ويٺو هوس.
ڪي منٽ، ڪلاڪ، ڏينهن، مهنا، سال، صديون يا جڳ —
ڪير چئي سگهي؟ وقت جي شناس ٻن قسمن جي آهي: هڪڙي
آستول ۽ ٻي سوکم. انسان جي حياتيءَ ۾ ڪي اهڙا واقعا ٿين
ٿا جن ۾ وقت جو جاڏو، استول معيار ڪارگر نٿو ٿئي. هڪ
لحظي ۾ انسان جڳن جا آنيو پرائي ٿو، هڪ ڪن ۾ هو پاڻ
۾ آها تبديل پسي ٿو، جنهن لاءِ رواجي طرح سوين جوڻين جي
ضرورت ٿئي ٿي.

چنڊ جي چانڊاڻ جو تيج آهستي آهستي وڌڻ لڳو، ۽
آنجو دائرو مونکي وشال ٿيندو معلوم ٿيو. رفته رفته مان ائين
پيو پانيان ته هن وشال تيج ۾ سارو برهمانڊ، سمائجي ويو آهي.
جيئن نديون زوم سان وهنديون، سمنڊ ۾ اچيو پون ۽ انسان
هڪ ٿيو وڃن، تئن جڳتر جا سڀ روپ، سڀ آڪار، سڀ
گرهه ۽ ستارا، سڀ لوڪ، سڀ آڪٽ ديوَ آنہ اچي پيا هئا
۽ ان ۾ ئي سندن نواس هو. انهيءَ اڏ پوت تيج ۽ تجمل جو
نه هو آد ۽ نه انت، ۽ نڪي وري وچ ئي.

سگهو وِشوَ جا نانا پرڪارن جا روپ ۽ رنگ جي
ڪن ڀنگر جو کيل آهن، تن مڙني آن ۾ آمرتا پاتي ٿي.

پرٿويءَ جا پاڇولا انهيءَ آڪاسي جوت ۾ ڪکه پن
ٿي ويا ٿي.

سهسر-رنگي گنبذ مثل جيوت، انهيءَ اننت ٻيج سان تدروپ ٿي ٿي.

هيءَ آهي جوت جنهنجي مُرڪ سان سارو برهمانڊ جرڪي ٿو.

هيءَ آهي پرم سندرتا جنهنجو ورشو جون مڙيئي وٿون چرن پرن ۽ وسن ٿيون.

هيءَ آهي پريم جنهنجي تاجي پيٽي سان جيوَ جنتر، پکي پکڻ، مرون ۽ ماڻهو، ٽوٽي ديو جنمن ٿا.

هيءَ آهي ابناسي آسيس، جنهنجي مهر ميا جي سايي هيٺ جڳتر جو ڪٿو ڪٿو وڌي ويجهي ۽ وڪاس ڪري ٿو.

هيءَ سناتن پرم-پرڪ جو ورشو درشن آهي، جنهن ۾ جيوت جا سڀ دو ند ملي، غائب ٿيو وڃن.

آهستي آهستي هيءَ آننت ٻيج مونکي ويڙهي ويو، ۽ مان پنهنجي هستيءَ جي سرت ڀلجي، ”نت“ سان تدروپ ٿي ويس.



# سنسار ۾

"ڪنوڙ ڀاڙون ڀاتار ۾، ڀنور ڀري آڪاس؛
ٻنهي سندي ڳالهڙي، رازق آندي راس؛
تنهن عشق کي شاباس، جنهن محبتي ميڙيا."
[شاهه].

## باب پهريون

راڌڪا چندر سان ملڻ تي ڪپڙن ۾ نه پئي ماپي. سندس انگ انگ خوشيءَ سان ڊولارجي پيو. سندس نرڙ تان چنتا جو ڪارو ڪڪر ۽ ننڍڙو گهنج ائين غائب ٿي ويا جو ڄڻ ته هئا ئي ڪين. چندر کيس نه فقط سهڻي لڳي مليو هو، پر سيني مانسڪ وڪارن کان مڪت. راڌڪا کي خوش ڏسي مون به پاڻ ۾ خوشيءَ جو هڪ نئون نياڻ ڦٽندو محسوس ڪيو.

اسين ٽيئي، انهيءَ ڏينهن ئي، موٽي پهلگام آياسين.

مون کي چندر هڪ نرالو جيو نظر آيو. هو سيني سان ائين ٿي ورتيو جو ڄڻ ته سندس لاءِ ڪوبه ستداريو هوئي ڪونه. ديس، ڪال ۽ سڀاءَ جي اختلافن جي شناس هن جي ورتاءَ ۾ ڦيرو ڪونه ٿي آندو. هو سيني جو سڄڻ هو، ۽ سيني کي پنهنجو سڄڻ ٿي سمجهيائين. وڻن ٽڻن، پکين پرندن، جيون جنترن توڙي منکن سان هن جي برادري هئي. هن مڙني ۾ جيوت جو هڪ ئي اصول ڏٺو ٿي، ۽ تفاوتن ۽ اختلافن کي هن ٻاهريان ويس ڀانيو ٿي.

”چندر،“ مون ڪانئس پڇيو، ”هيءَ اڪيلي، عجيب نانت، هيءَ ڪثرت ڪُل، هي جدا جدا رنگ، روپ ۽ آڪار، من تي جدا جدا اثر پيدا ڪونه ٿا ڪن؟“

”هيءَ اننت جي ليلا آهي، موهن،“ هن چيو. ”آروپ اننت آسنک روپ ڌاري، نت نئين ليلا پيو ڪيائي. سڀ جيو انهيءَ ۾ ويسڌاري آهن.“

”آنئين انهيءَ ليلا جا ساڪي ڪير آهن؟“ مون پڇيو.

”اهي ساڳيا ويسڌاري ئي،“ هن ورائيو. ”اسين ويسڌاري ۽ ساڪي ٻئي آهيون: ڪي وڌيڪ ويسڌاري ۽ ساڪي گهٽ آهن، ۽ ڪي وڌيڪ ساڪي ۽ ويسڌاري گهٽ. انهيءَ تفاوت ۾ ئي انسان جي وڪاس جو راز رکيل آهي.“

پورب جو آتم- گيان رکن ۾ هٿئ ڪري اهي ڳالهيون، اهي آنپٽي ويچار، منهنجي سمجهہ ۾ آيا ٿي، ليڪن اهي منهنجي جيوت جو حصو نٿي بنيا. مان چندر سان سمت ٿيس ٿي، پر منهنجي زندگيءَ تي اهو رنگ نٿي چڙهيو، آن ۾ آها تبديل نٿي آئي، جنهن چندر جي جيوت کي آنند جي سدا- وهندڙ نهر بنائي ڇڏيو هو.

ٻئي ڏينهن ٿمٿي سري نگر موٽي آياسين.

هوٽل ۾ اچا ٿاٺڪا مس ٿياسين تہ چندر رڙيو: ”اچو تہ ڪشميري مترن سان ملاقات ڪرايانو.“

راڌڪا تعجب ۾ چيو: ”تڏهن سري نگر ۾ نئين ساهڙپ ڪنڊي اٿئي!“

”ها، نئين ساهڙپ، منهنجي راڌڪا،“ هن لمڪندڙ اکين سان آئيو. ”توکي اڄ وچايل ليلان وري ملندي.“

راڌڪا جي نرڙ تي رنج جي هڪ ننڍڙي ٻادل ڏيکاري ڏني.

راڌڪا، اهو ٻڌي تون ملول ڇو ٿي وئين؟“ چندر چيو. ”ليلان ٻئي ڪانهي. هوءَ آمر آهي. وشوَ جي آپار سندرتا

سان ملي، هوءَ هڪ ئي وئي آهي. هر هڪ سندر وَٽ مان هوءَ
ليا پائي، مون سان ملڻ لاءِ مونکي سڏي پئي. منهنجي اندر
۾ هن سان ملي هڪ ٿي وڃڻ جو احساس سدا آهي، پر جيسين
هيءَ اسٿول جيوت آهي تيسين ورهه ۽ وصال جي ليلا لڳاتار
هلندي ايندي. هاڻ سنير ته هلون."

مون ڏٺو ته چندر جي ڳالهه، هنجي نقطهءِ نگاهه، راڌڪا
جي سمجهه ۾ ته نه آئي. پر هوءَ آٿي ساڻس وڃڻ لاءِ سنيري.
شايد پانيائين ته اهوئي رستو آهي ڪيس سمجهڻ جو.

اسين ٽيئي چٽا ٽانگي ۾ چڙهي، حباقدل جي پرسان هڪ
مڪان وٽ اچي لٿاسين. مڪان جهونو، پراڻي زماني جو هو.
اچا اندر گهڙڻ تي هئاسين ته هڪ ڪشميري نوجوان در کولي،
ٻاهر نڪتو. هن چندر کي ڏسڻ سان واڪو ڪري چيو: "چندر!
خوش چاڪ؟" سندس اکيون چندر جي منهن ۾ وڃي کتيون،
۽ سندس زبان چپ ٿي ويئي. ڪن پل ڪانپوءِ چيائين: "هائو،
توهين بلڪل نوَبنا پيا لڳو. تندرستي توهانجي تن مان بتهه
بکي پيئي. ويچاري آمي هي سڀ ڏينهن توهان جو انتظار ڪندي
رهي آهي. اچو، اچو. اندر اچو."

اسين سڀيئي سندس پٺيان اندر گهڙياسين.

دالان ۾ سروپ آنند جي ماءُ پنهنجي ٺاڪر لاءِ پشپن
جي مالها پئي رهي هئي. اسانکي اندر گهڙندو ڏسي، هوءَ آٿي،
وڏي چندر وٽ آئي، ۽ گنڀيرتا سان پنهنجا ٻئي هٿ هنجي
ڪلهن تي رکي، هنجي منهن ۾ غور ڪري نهاريائين. چندر
جي مشڪندڙ، منير منهن ڪيس خاطري ڏني ۽ هن چندر کي پنهنجي
سيني سان لڳائي، ڪيس سندس نرڙ تي ڪوملتا پري چمي ڏني.

"جو منهنجي پيءُ کي سڪرات جي گهڙيءَ پراپت
ٿيو، جنهنجي ڳولا ۾ منهنجو پتي ڪپي ڪاڇي ويو، سو توکي
جوانيءَ ۾ پڙپيو آهي، چندر!" هن گنڀير، پر مڌر، آواز ۾ چيو.

”توهان سياڳن جي سٽ ساں آهيو. هاڻ تنهنجي جيوت جي سوزان کي دنيا جو ڪو به آزمودو لوڏي نه سگهندو. مان تو کي ڏسي ڏاڍو پرسن ٿي آهيان.“

هيلنائين هوءَ چندر ۾ اهڙي نه محو هئي، جو رادڪا ۽ منهنجي هستيءَ جو سماءُ ئي ڪونه پيو هوس. هنڙ هن اسان ڏانهن نهاريو، ۽ مشڪي چندر کي چيو: ”پنهنجن ساٿين جي نه سڃاڻپ ڪراءِ.“

”هيءَ منهنجي مڙي پيڻ رادڪا آهي،“ هن رادڪا ڏي اشارو ڪري چيو. ”مان ڪيس مريءَ ۾، اڪيلو ئي اڪيلو ڇڏي، هيڏانهن پڄي آيو هوس. آئنين هيءَ منهنجو نئون متر مسٽر موهن امرتاڻي آهي، جنهن رادڪا کي منهنجي ڳولا ۾ دل و جان سان مدد ڪئي آهي.“

”چندر جا عزيز ۽ متر اسانجا عزيز ۽ متر آهن،“ سروپ جي ماءُ مڙي پاڻوءَ سان چيو؛ انهيءَ ڪري ته اوهانجي آجيان ٿي ڪريان. چندر وانگر توهين به هيءُ پنهنجو گهر ڪري سمجهو.“

اسان کي آدر ستڪار سان وهاري، هوءَ اندران ڪشميري چانهدان کڻي آئي. اسان مان هرهڪ کي ڏاڍي پريم سان چانهه پرچي ڏنائين. مهماني ڪرڻ ۾ کيس ازحد آنند پئي آيو.

جڏهن چانهه پي رهياسين، تڏهن چندر ڏي منهن ڪري چيائين: ”چندر، هاڻ مان تنهنجن آنيون بڌڻ لاءِ تيار آهيان.“

چندر مشڪي، کيس پرنام ڪيو. ”مان پنهنجي سياڳ لاءِ توهانجو تهدل شڪرگذار آهيان. توهين منهنجي آتمڪ جنني آهيو. آميءَ مونکي هن سرير ۾ جنميو. توهان مونکي آتم جنم بخشيو آهي.“

سروپ آنند جي ماءُ جو منهن خوشيءَ کان بهار بهار ٿي پيو. هن چيو: ”هائو، مان تنهنجي آتمڪ جنني آهيان. تنهنجي هن نئين جنم جي انتظار ۾ مون جي سور سٺا آهن،

ڏن جي سڏ ايشور کي ٿي آهي، ۽ آڄ تو کي هن روپ ۾ پاڻي مون کي جا پرسننا ٿي آهي سا مون کي سروپ جي جهلڪ ٿي ۽ ڪانه ٿي هئي."

"آمي سودامني ڪٿي آهي؟" چندر اوچتو پڇيو.

چندر جي آتمڪ جذبي جي مک تي مشڪ لڳاتار بيٺي هئي. اٿين پٺي پاسو نه سندس جيوت جي اعليٰ ۽ اعليٰ آديش اڄ پرڦلتا پساتي هئي، جنهنڪري سندس دل ۾ آنند جي مٺي پاوَ ڪانسواه پيو ڪوبه پاوَ ڪونه هو. هن ٺهر سان چيو:
"سودامني هڪ نئين جاترا تي ويئي آهي."

"نئين جاترا!" اها ڪهڙي آهي، آمي؟" چندر پڇيو.

"هرڪنهن سمي جا پنهنجا تيرٿ آستان آهن، چندر،" هن ورائيو. "هن سمي ۾ عام خلق جي خير خواهن جو تيرٿ آستان جيل ٿو ڏسجي."

"جيل!" چندر عجب ۾ چيو: "سودامني جيل ۾! چو، آمي، هن چا ڪيو آهي جو هن کي جيل ۾ وڌو ويو آهي؟"

"ٽنهن ڏينهن ريشم جي ڪارخانن جي ڪاريگرن ڪم تي چڙهڻ کان انڪار ڪيو. انهيءَ کي 'هڙتال' ٿي سڏيائون. هنن جون ڪي شڪايتون هيون، جن تي ڪارخانن جي مالڪن ڪو ڌيان نٿي ڏنو. هڙتال جي ٽئي ڏينهن ڪاريگرن جي استرين، ناري منڊل جي سهاري هيٺ، سرگس ڪڍيو ۽ ميٽنگ ڪئي. ميٽنگ ۾ ڪاريگرن سان همدرديءَ جا ٺهراءَ پاس ڪيائون. سودامني انهيءَ کان ٻه ڏينهن اڳ ناري منڊل جي منتري ٿائي ويئي هئي، جنهنڪري استرين جي هن هلچل جو روح روان هئي، ۽ سندس سرجوشيءَ سان ئي ساري رٿ ڪامياب ٿي. اختياريءَ وارن کي انهيءَ جاڳرتا تان مٺيان لڳي ٿي ڏسجي. ڪيس منتريءَ جي حيثيت ۾ گرفتار ڪري ويا آهن."

مون چندر ڏانهن نهاريو. سندس منهن ۾ ڪوبہ غم جو آثار ڪونہ هو. سندس اکين مان فخر جي جهلڪ ڏيکاري پئي ڏني. هن ڏاڍيءَ نهر سان پڇيو: ”متس ڪيئن هليو آهي؟“

سروپ آنند جو هيلتائين ماٺ ڪري ويٺو هو، تنهن چيو: ”نہ. پڌجي ٿو تہ سياڻي ڪيس آئينده جي لاءِ چتاءُ ڪري ڇڏي ڏيندا.“

”سوداميءَ پنهنجي جيوت جو مارگ کولي ڪنيو آهي،“ سروپ آنند جي ماءُ چيو. ”جوتشين تہ اڳيئي ٽي چيو تہ هوءَ دکي آتمائن کي آنندت ڪرڻ لاءِ ڄائي آهي. لوڪ شيوا جو مارگ بہ انهيءَ ڪري ئي آوليو اٿس. هرڪنهن مارگ ۾ پنهنجا پنهنجا دک ۽ سنڪٽ آهن. آهي ئي تہ انسان جي وڪاس ۽ واڌاري جو ڪارڻ آهن. سوداميني پنهنجو ڀاڳ پاڻهين کولي لهندي.“

انهيءَ ڏينهن رات جي سانت ۾ چندر سندرتا ۽ سورمتا تي هڪ روچڪ ڪوتا رچي، جنهن ۾ مکيہ ويچار اهو هو تہ پنهي جو بنيادي اصول هڪ آهي.

## باب ڀيو

سروپ آنند جو آفواه ٻڌو هو سو صحيح نڪتو. سوداميءَ کي اختياريءَ وارن چتاءُ ڪري، ڇڏي ڏنو. شايد ڊپ ٿين تہ هڪ تعليم - يافتہ پنڊت ڪماريءَ کي سزا ڏيڻ سان متان معاملو گنڀير نہ ٿي پوي ۽ استرين ۾ سجاڳي ڦهلجي نہ وڃي.

چندر پنهنجيءَ ڪوتا جو هندي ترجمو سندس آجيان ۾ پڙهي ٻڌايو، سوداميني جو منهن ورن ورن پئي ٿيو. راڌڪا ڪيس چتائي جاچي رهي هئي، اٿين پئي ڏٺو تہ هن اجا سندس بابت ڪو رايو ڪونہ ٺاهيو هو، سروپ آنند اٿين ويٺو هو ڇڻ

۽ سچو نظارو ڪنهن چتر ڪيڻ جي ارادي سان جاچيائين پئي. آمي ۽ مانيٽي ۽ مشڪ سان چانهدان ۾ چانهه پئي تيار ڪئي. مان راڌڪا جي مشغولي ۽ ۾ دلچسپي وٺي رهيو هوس.

ڪوتا پوري ٿي ته سروپ آنند گد گد ٿي تاڙيون وڄايون، ۽ واه! واه! جي ڌن مچائي. آسي ۽ جي مشڪ موڪري ٿي. راڌڪا جي نرڙ تان آفيصلائي جو گهنج لهي ويو ۽ سندس منهن ۾ سرهائي آئي منهنجي منهن تي به سرهائي ۽ جو پرتوو پيو، ۽ مان سروپ آنند سان تاڙين وڄائڻ ۾ شريڪ ٿيس.

سوداميني ۽ حيا سان نمي، چندر جا ٿورا مڃيا: ”هي ۽ شاعرانو مبالغو آهي. مان انهي ۽ ساراه جي لائق ڪانه آهيان.“

”اهو حيا سونهن کي سوڀائي ٿو،“ راڌڪا مشڪندي چيو.

سوداميني ۽ پريم پرين اکين سان ڏانهنس نهاريو. انهي ۽ نهار پنهي کي هميشه لاءِ هڪپئي جي پينر بنائي ڇڏيو. پنهي محسوس ڪيو ته هو هڪپئي کي هرڪنهن حالت ۾ صحيح سمجهنديون ۽ ڪڏهن به پاڻ ۾ غلط فهمي ٿيڻ جو اتفاق ڪونه ٿيندن، ۽ انهي ۽ ڪري هو هميشه هڪپئي سان پريم ڀاو سان ورتنديون.

ٻاهران ”سوداميني ديوي ۽ جي جَي“ جا نعرا اسانجي ڪَنن تي پيا. سروپ آنند دري ۽ مان ليو پائي ڏٺو، ۽ چيو: ”استرين جو سرگس سوداميني ۽ کي مبارڪون ڏيڻ آيو آهي. اڄ، سودا. شايد ڇوٽي تقرير به ڪرڻي پوندي ۽.“

سوداميني لڄ کان ذرو هيڪي. پر درد ارادي سان اٿي، ۽ دري ۽ ڏي وڌي. اسين سڀ سندس پٺيان وياسين. هيٺ گهٽي ۽ ۾ استريون ايڏي تعداد ۾ اچي مڙيون هيون جو تر ڇٽڻ جي جاءِ به ڪانه هئي. نوانوي سيڪڙو ڪان مٿي غريب، مفلس عورتون هيون. سندن ميرن، پرالن ڪپڙن مان سندن حالت ظاهر ظهور هئي. پر اڄ سندن منهن ڪنهن نئين آتساه ۽ جوش

۽ جذبي ڪان ڀڪوا پئي، ۽ رکي رکي سندن ڳاٽ اوچا ٿي ٿيا. سندن سينا ٻاهر ٿي نڪتا ۽ سندن ڳلي مان آوازگونججي ٿي اٿيو: ”انقلاب زنده باد — سوداميني ديويءَ جي جي.“ سودامنيءَ استرين جي هن سجهندڙ سٽ کي نمسڪار ڪيو. ڪن پل ماٺ چانئجي ويئي، ۽ پوءِ پڻ ساٽ ”سوداميني ديويءَ جي جي“ جي نعارن جي ڌن لڳي ويئي.

سودامنيءَ هٿ مٿي کنيا، هنن کي سانت ٿيڻ جي وينتي ڪئي. ٿوري وقت ۾ وري ماٺ پکڙجي ويئي. ”پيارين ڀينرون،“ سودامنيءَ چيو: ”مان توهانجي هن پيار جي اظهار لاءِ توهانجي تهدل شڪرگذار آهيان. توهان ۾ هيڏي جاڳرتا ڏسي مونکي ازحد خوشي ٿي آهي. هرڪنهن قوم جي قسمت جون واڳون استرين جي هٿ ۾ ٿين ٿيون. انهيءَ ڪري هنن تي وڏي جوابداري آهي. جي هنن ۾ سيتا ۽ تهذيب، ست ۽ ستيا، ۽ تعليم ۽ تربيت آهي، ته پوءِ قوم جي قسمت عروج تي رهي ٿي؛ پر جي هو بي تعليم ۽ بي تربيت آهن، جي منجهن ست ۽ آست جي پرک ڪانهي، ۽ جي هنن ۾ دل جي همٿ ۽ سهڪار جو ڀاو ڪونهي، ته پوءِ قوم جائي رساتل کي پهچي ٿي. اسانجو ديس ڪشمير، هيڏو سائو ۽ سبز، تنهن هوندي به منجهس هيتري دل ڏاريندڙ مفلسي، تنهنجو هڪ وڏو ڪارڻ اهو آهي جو اسان استرين پنهنجي جوابداري محسوس ڪونه ڪئي آهي، جو اسان اهو محسوس نه ڪيو آهي ته اسين ملڪ جي قسمت جا معمار آهيون. هيءَ سجاڳي بهار جي مٺيءَ هوا مثل آهي (ناڙيون)، هيءَ جاڳرتا ديس جي نئين جنم جو آثار آهي، ملڪ جي قسمت جي اُفق تي نئين ڏينهن ڦٽڻ جي اوائلي ترورن جو ليو آهي. اسان کي جڳائي ته اسين پاڻ کي انهيءَ نئين ڦٽندڙ ڏينهن جي ڪرتبن ۽ ڪارين لاءِ تيار ڪريون. انهيءَ لاءِ مان توهان سڀني کي استدعا ٿي ڪريان ته توهين سڀ ناري منڊل جون

ميمبر ٿي، انهيءَ جو سڄاڻ عمل ۾ آڻيو. ('استري منڊل جي جئہ' جا نعرا) مان وري به دل و جان سان توهان جا ٿورا ٿي مڃان. شل مان توهان جي هن اٿاه پريم جي لائق ٿيان."

"سوداميني ديويءَ جي جئہ" جي ڌن لڳي ويئي. سوداميني هٿ جوڙي، ڪنڌ نوائي؛ سڀني کي نمسڪار ڪيو، ۽ دريءَ تان موٽي وڃي پنهنجيءَ جاءِ تي ويٺي.

چندر ٻيءَ دري تي منهنجي بنهه پرسان بيٺو هو. مون سندس منهن ۾ نهاريو. هن جو چهرو خوش، ۽ هنجي اکين ۾ فخر جي جهلڪ هئي. هو دريءَ جي ٻاهر نهاري، ميڙ کي آهستي آهستي گهٽيءَ کان ٻاهر ويندي ڏسي رهيو هو. جنهن جذبي هن جٿاري اڻي مٿل چڙ چڙ چانگہ کي ملائي هڪ هستي بنايو هو ۽ سندن مفلسي - زده مهاڏبن کي منور ڪيو هو، تنهن جو پرتوو سندس منهن ۾ پڻ بکيو. هن اوچتو ڪنڌ ڦيري چيو:

"سوداميني، تون ڌن آهين. تو هنن مرده جسمن ۾ نئون ساهه ڦوڪيو آهي؛ هننجي نراس هردن ۾ نئين آشا جو سلو آسرايو آهي؛ هنن کي جئڻ لاءِ نئون سبب ڏنو آهي."

سوداميني عجب ۾ چندر جي منهن ۾ نهاريندي رهي.

"هيءُ ڪاريہ اٿاهہ آهي،" اميءَ چيو.

"آئين منهنجا ڪاها نندا ۽ نستا،" سوداميءَ تمام جهيڻي آواز ۾ چيو.

"آتما جي سڀرائي هرڪا جسماني اوڻائي پوري سگهي ٿي،" چندر چيو.

"پر هيءُ مسئلو قديم آهي،" مون چيو. "صدين جي سماجڪ سرشتي کي ڦيرائڻ ۽ سڌارڻ ڪا سٿري ڳالهہ ڪانهي. پشت به پشت اسانجي ابن ڏاڏن انهيءَ سرشتي کي انگيڪار پئي ڪيو آهي."

”پر ھي ۽ مرده ڪنڌ مفلسي ڪيئن سهي سگھي؟“
سودامنيءَ جوش مان چيو: ”اها سماج کي سيهه پدويءَ تان ڪيرائي، حيوانيت جي درجي تي ٿيندي.“
”دنيا ۾ هڪ نئون جڳ شروع ٿيو آهي،“ چندر چيو. ”مفلس ۽ مظلوم، ڪمي ۽ ڪڙمي، پنهنجي نئين قسمت جو سنهو سٽي رهيا آهن. هنن ۾ نئين جاڳرتا آئي آهي. هو انسانن جي حياتي گهارڻ گهرن ٿا. هو پنهنجي ڳچيءَ مان غلاميءَ جو طوق ڇڄي، ڦٽو ڪرڻ جي ڪوشش ڏي متوجہ ٿيا آهن. هڪ اٿاهه لهر آئي آهي، جا ڏينهون ڏينهن وڃي وڌندي ۽ زوردار ٿيندي. آنهيءَ جي اڳيان ڪابہ رنڊڪ، ڪابہ رڪاوٽ بيهي نہ سگهندي. اسين جي هن نئين جڳہ جي پره ڦٽي پسي رهيا آهيون، تن جو فرض آهي تہ انهن بي تعليم، بي تربيت ۽ بي تهذيب جيوَن کي سندن ورثي جو لائق بنايون.“
”پر اهو ڪم ايڏو تہ ڀاري آهي جو انهيءَ لاءِ هزارين، بلڪ لکين، آتساهڪ شيوڪ گهرجن، ۽ ڪي صديون.“
”موهن، انسان جي آنتيءَ واري وَشي ۾ تون ايترو دڪ ـ دُرسي ڇو آهين؟“ چندر چيو. ”انسان ۾ برابر حيوانيت جا اَميا چشما آهن، جن جي وهائيل پاڻيءَ کي امرت بنائڻ ۾ وڏو وقت لڳي ٿو. ليڪن، جئن ڪيمياگر جنهن وَٽ کي ناهڻ ۾ قدرت ورهين جا ورهيہ وني ٿي، سا ٿوري ئي عرصي ۾ جوڙي سگهي ٿو، تئن جنهن کي جيوت جي بنيادي اصولن جي ڄاڻ آهي، سو انسان جي وڪاس جو عرصو بہ گهٽائي سگهي ٿو.“
”آهي بنيادي اَصول ڪهڙا آهن؟“ مون پڇيو.
”ستيہ ۽ اهنسا،“ چندر وراڻيو. ”انسان ۾ جڏهن ستيہ ڄاڻڻ جي آجهل اڀلاکا آئي ٿي تڏهن هن جي آنتيءَ جي رفتار ازحد تکي ٿيو وڃي؛ ۽ سماج ۾ انسان پريم ۽ آمن سان رهي،

تهن لاءِ اهنسا جي ضرورت آهي. ستيہ من آهي ۽ اهنسا هردو، ستيہ گيان آهي ۽ اهنسا ڀڳتي يا پريم؛ انهن جي ميلاپ سان انسان پورن سپيہ جيوت گهاري ٿو."

"آئين انهيءَ جا اُپاءَ؟" مون خشڪ مزاجيءَ سان پڇيو.

"ماڻهن ۾ اها شناس پيدا ڪجي تہ هو آتما آهن،" هن اُتر ڏنو. "ائين سمجهڻ سان هنن مان استول ڪامنائن، خصوصاً لوڀ ۽ موہ، جو زور ڏينهون ڏينهن گهٽبو ويندو، جنهنڪري سماج پاڻمرادو ساميوادي اصول تي ٻڌجي بيهندي."

"ساميواد يا رام-راڄ؟" مون مشڪندي پڇيو.

"آتما جي شناس تي ٻڌل ساميواد رام-راڄ ئي استاپن ڪندو، موهن،" هن ورندو مشڪندي چيو.

آميءَ مٿي پاپوہ سان اسانجي گفتگو جو سلسلو ڇڄندي چيو: "چو، اڄ ڏينهن جي سير تي ڪونہ ويندا؟ سوداميءَ ڪي ڪي ٿوري تازي، ڪليل هوا کارائي اچو."

## باب ڏيو

ڪشمير کي شاعرن فردوس-نشان ڪري سڏيو آهي. قدرت، بيشڪ، ڪيس باغ اروان بڻايو آهي. ليڪن انسان انهيءَ اندر-استان ۾ جو مفاسي ۽ جهالت جو جهنم جوڙيو آهي، سو نهايت، دردانگيز آهي. سرينگر شهر جو جهونو ڀاڱو گهمي ڏسو، مفاسيءَ جا بي شمار آثار نظر چڙهندو.

چندر پاڻ کي ڪشمير جي آدر، ندر آيرن جي شيوا جي ڪارڻ ۾ جنبي ڇڏيو. سوداميني استرين ۾ ۽ چندر پُرکن ۾ ڪم ڪرڻ لڳا. رات جي ماني ڪائي ڪانپوءِ اسان سڀني جي مجلس لڳندي هئي، جنهن ۾ خوب روح رهاڻ ٿيندي هئي. سوداميني ۽ چندر، آمي ۽ سروپ آنند، رادڪا ۽ مان، ۽ ڪنهن

ڪنهن سهل سودامنيءَ جي ڪا ساهڙي يا چندر جو ڪو رفيق يا هم-ڪار، انهيءَ سڀا جا سياسڌ هئاسين ۽ خوب سماجڪ ۽ اقتصادي مسئلن تي بحث مباحثا ٿيندا هئا.

چندر ساميواد (Socialism) ۽ موڙواد (Capitalism) ارٿ شاستر (Economics) ۽ سماج – وديا (Sociology) ۽ رٿيل سماجڪ سٿاءَ (Planned Economy) تي اڪيچار ۽ نئون ساهت واچڻ لڳو. پر مغرب جي ساميوادين ۽ ارٿ - شاسترين جا ويچار جڙواد (Materialism) جي بنياد تي ٻڌل هئا ۽ چندر جا آتم - واد (Spititualism) جي بنياد تي.

”جڙواد تي ٻڌل ساميواد جي برپا ڪرڻ جي ڪوشش سماج جي جدا جدا طبقن جي وچ ۾ جنگ اُتاريندي،“ هن هڪ ڏينهن چيو. ”اسان کي ساميواد آتم - واد تي ٻڌڻ گهرجي. اسان کي گهرجي تہ اسين سڀني ۾ اها شناس وجهون تہ اسين سڀ انسان پاڻ ۾ ڀائر آهيون، هڪ مطلق هستيءَ جا جزا، انهيءَ ڪري هنگامي ۽ هنسا کان سماج کي بچائي، سماج ۾ اهنسڪ ۽ سانتيڪو انقلاب آڻي سگهبو. اهائي تہ پورب جي پراچين سڪيا آهي. اڪي اها سڪيا جنم مرڻ جي ڦيري کان مڪت ٿيڻ لاءِ هوندي هئي. هاڻ اها سماجڪ جيوت جو روح روان ٿيندي.“

راڌڪا جنهن هياتائين هميشه چندر ۾ هڪ الوڪڪ شاعر ڏٺو هو، تنهن کي هن جي انهيءَ نئين مشغوليءَ البت منجهائي ۽ ورچائي ڇڏيو هو. جيتوڻيڪ هن پنهنجو ناراضپو ڪڏهن بہ ظاهر نہ ڪيو، تہ بہ ڪڏهن ڪڏهن سندس ڳالهائڻ مان اُهو ليو پائي، نڪري ايندو هو.

”پر اهڙي سانتيڪي انقلاب آڻڻ لاءِ تہ جُڳ کپن،“ هن چيو.

چندر مشڪي، ورائيو: ”سماج ۾ ڪي اهي لحظا اچن ٿا جڏهن اها ڪنهن من - اڇل سان هڪ نئين ڏس ڏانهن تڪڙو تڪڙو قدم کڻي ٿي. انهيءَ نئين قدم لاءِ تيار ٿيڻ ۾ ان کي ڪي صديون لڳي وڃن ٿيون؛ پر جڏهن تبديل شروع ٿئي ٿي، تڏهن ائين ٿو ڀانئجي ته اها اوچتي آهي.“

”صدين جي مفلسيءَ ۽ غلاميءَ غريبن کي پنهنجي ورثي لاءِ تيار پئي ڪيو آهي،“ سوداميءَ چندر جي پٺڀرائي ڪندي چيو.

”هڪ انسان ٻئي کان نرالو آهي — عقل ۾، ڏاڍ ۾، اُنهن شڪتين ۾ جن کي مانسڪ ۽ آتمڪ شڪتيون ٿو سڏجي،“ مون چيو. ”سماج جا درجا صرف انهن تفاوتن جا ٻاهريان روپ آهن.“

”پر انهن اختلافن جو آرٿڪ جيوت سان ڪو واسطو ڪونهي،“ چندر چيو. ”جي اسين اهو قبوليون ٿا ته آتما ۾ اسين سڀ برابر آهيون ته پوءِ اهي ٻاهريان آرٿڪ اختلاف وڃڻ گهرجن، ته پوءِ اسان کي ساميواد جو اهو اصول قبول ڪرڻو پوندو ته ’هرهڪ کان سندس لياقت آهر، ۽ هرهڪ کي سندس احتياج آهر‘.“

چندر اسان جي سڀا جو فلاسوف ۽ آچاريہ هو ۽ سوداميءَ سندس خاص شش. راڌڪا ۽ مان سدائين حجتون پيا اٿاريندا هئاسين. سروپ آنند هڪ ساڪي ٿيو ويٺو هوندو هو. الاهي سندس دل ۾ ڇا پيو وهندو واپرندو هو. آمي، مشڪ سندس منهن تي، ٻنهي پکن جا رايا دلچسپيءَ سان ٻڌندي هئي، جيتوڻيڪ بحث مباحثي ۾ بهرو گهٽ ڪو وٺندي هئي.

انهن بحث مباحثن ۾ ڪڏهن ڪڏهن سوداميءَ جي هڪ ساهيڙي اچي شامل ٿيندي هئي. هوءَ استري منڊل جي هلچل ۾ چست بهرو وٺندڙ هئي. سندس سياه جوشيلو هو. نئين زماني ۾

جي نئين شاستر جي نشي سندس مغز وچي ورتو هو. هن هڪ
ئي ڏک سان رستي تان سڀ رڪاوٽون دور ڪرڻ ٿي چاهيون،
هڪ ئي حملي سان دشمن جو قلعو فتح ڪرڻ ٿي گهريو. بدن
جي سنهي ۽ لچڪڻي ۽ هلت چلت جي چست ۽ ڦڙت هئي.
سندس آواز به سندس بدن جيان سنهو هو، ۽ جڏهن ڳالهائيندي
مٿس جوش غالب پوندو هو، تڏهن ڪيڪ جو روپ وٺندو هو.
سندس زبان مان ڪامڪلين سامراڄين جا گفتا سدائين پيا ڇڻندا
هئا. هوءَ زماني جو آڏير آتما هئي. سانتيڪا سڻاءُ ۽ روز مره
جو نت نيم ڪيس بي صبر ڪري ڇڏيندا هئا. هن جي ردي
۾ هڪ خواب هو، جنهنکي حقيقت جي صورت ۾ ڏسڻ لاءِ
هوءَ بي چئن هئي.

"مون کي عجب آهي ته ڪئين دنيا جا آسي ڪان مٿي
سيڪڙو ماڻهو مفلسي ۽ دک، هٿ ٺڏي، پوکي رهيا آهن،"
هوءَ چوندي هئي. "هوءَ مرده زندگي گهاري رهيا آهن. هنن
جي رڳن ۾ خون ٿڌو ٿي ويو آهي. باهه، کين باهه جو احتياج
آهي. اسان کي گهرجي ته سندن خون گرم ڪريون. اسانجي
تقريرن ۽ رٿن ۾ باهه جا شعلا هئڻ گهرجن."

چندر سندس جوش ۽ آڏيرتا تي مشڪي چوندو هو:
"اول هنن ۾ سندن ذليل حالت جو احساس پيدا ڪرڻ گهرجي.
تنهنکانپوءِ منجهن نئين جيون جي آدرش جي جوت جڳائڻ
گهرجي— سيپه ۽ سندر جيون جي. انهيءَ سيپه ۽ سندر جيون
۾ هنسا ۽ ڪروڌ ٿي نٿا سگهن."

"پر اهو سيپه ۽ سندر جيون سندن ڪوشش جو نتيجو
ٿيندو ۽ نه ڪارڻ،" هوءَ بي صبر ٿي چوندي هئي.

"برابر،" چندر چوندو هو؛ "پر سندر ڪارڻ مان ئي
سندر نتيجا اپجن ٿا. ڪارڻ خود نتيجو آهي. بڇڙن ڪارڻن
مان ڪڏهن به سندر نتيجا نٿا نڪرن."

هوءَ لاجواب ٿي پوندي هئي، ليڪن سندس ڳالهين جي نڪي مان ظاهر هوندو هو ته هوءَ اهڙن فلسفي دلين جي اڳيان آڻ مڃڻ لاءِ تيار نه هئي.

”سروج آدير آتما آهي،“ آمي چوندي هئي — مشڪ سان.

اسين سڀئي آميءَ سان انهيءَ ۾ شامل راءِ ڏيندا هئاسين.

سروج استرين ۾ ڪم ڪرڻ ڇڏي، چندر سان پُرڪن ۾ ڪم ڪرڻ لڳي. ”سماج ۾ انقلاب پرڪن جي ذريعي ئي ايندو،“ هوءَ چوندي هئي. صبح توڙي سانجهيءَ چندر سان هم ڪار هوندي هئي.

هڪ ڏينهن، چندر ۽ سروج رات جو دير سان موٽيا. اسين سڀ سندن انتظار ۾ ويٺا هئاسين. سوداميني جي منهن مان نه رڳو انتظار جا آثار ظاهر هئا، پر هڪ قسم جي مانسڪ بي چئنيءَ جا به. آمي اسان سڀني کي آٿت ڏيئي رهي هئي. راڌڪا ۽ سوداميني آئي، دريءَ تي وڃي بيٺيون ۽ پاڻ ۾ ڳٽڪي ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳيون. جيتوڻيڪ سندن ڳالهائڻ جو پڙلاءُ اسان جي ڪنن تي ڪونه ٿي پيو، ته به اهو ظاهر هو ته هنن جي گفتگو سمتيءَ پري هئي.

اٽڪل ساڍي نوين بجي، چندر ۽ سروج موٽيا. راڌڪا ڊوڙي وڃي چندر کي ڀاڪڙي پاتي، ۽ انديشي ڀريل آواز ۾ پڇيو: ”ڇو، چندر اڄ دير لاتءِ؟“

چندر اڃا جواب ڏئي ئي ڏئي، تنهنڪان اڳ سروج چيو: ”اڄ پرچار لاءِ ويا هئاسين تنمرگ. آتي ڪم لاهي، گلمرگ هليا وياسين. انهيءَ ڪري البت ڇرڪو آيا آهيون.“

اسان سڀني جون اکيون وڃي سروج ۾ کتيون. هن جي اکين ۾ اڄ هڪ نئي قسم جي جهلڪ هئي. هن جي سنهن ۽ آواز مان اڄ پرسنتا پئي بکي. مون سودامنيءَ جي منهن تي

نظر ڦيرائي، هوءَ ٻاهر تي وٺي هئي. ها، هن سروج ۾ تبديل
جاچي هئي.

سون چندر ڏانهن نهاريو. سون کي هن ۾ ڪابہ تبديل
نظر نہ آئي. هو ساڳيو چندر هو — چندن واڙيءَ وارو.

سوداسني ماٺ ميٺ ۾ دالان ڇڏي، پنهنجي ڪمري ڏي
هلي وئي. سروپ آنند پنهنجي ڪلپنا جي آدرش دنيا ۾ محو
هو. راڌڪا ۽ ماں پاڻ ۾ وطن ورڻ جون رٿون رٿي رهيا هئا سين.
سروج پنهجي سنهي، مسرور آواز ۾ گلمرگ جي قدرتي سبزوين
۽ چاڙهين جو شوق سان بيان ڪري رهي هئي. آنئين چندر،
جنهن دروازي ڪان سوداسني پنهنجي ڪمري ڏي هلي وئي
تنهن ۾ اکيون وجهيو، سانت هو.

آميءَ پنهي کي رسوئي وٺڻ لاءِ چيو. سروج پنهي لاءِ
جواب ڏنو: ”اسين رسوئي گلمرگ ۾ وٺي، پوءِ آتان نڪتاسين.“

نيٺ، سروج محسوس ڪيو تہ سندس روچڪ وستار ڏي
ڪنهن بہ ڌيان ڪونہ ٿي ڏنو. سو سڀني موڪلائي، چندر سان
ٻئي ڏينهن جو سمن سڃي، پنهنجي گهر وري.

## باب چوٿون

جيتوڻيڪ اسين سروپ آنند جي ماءُ جي زور ڪرڻ تي،
ولس مهمان ٿي رهيا پيا هئاسين، تہ بہ سوداسنيءَ ۽ چندر جي
پريت ۾ ظاهرا ڪا ترقي ڏسڻ ۾ ڪانہ ٿي آئي. ٻئي سنسار
جي ولهن ۽ ٻوسيلن جي آڌار جي ڪم ۾ مستغرق هئا. ڏينهن
سڄو گهٽو ڪري ٻئي پنهنجي پنهنجي ڪم تي هلها ويندا هئا،
۽ نماشام جو موٽڻ بعد، هٿ منهن ڌوئي، ڪپڙا مٽائي، اچي
اسان سان گڏبا هئا. انهيءَ ڪري ڪين خلاصو گڏجڻ جو موقعو
خير ڪو ملندو هو. پر سندن مانيٽي محبت، سندن هڪ ٻئي

جي صحبت ۾ مسروريءَ، سندن هم-خيالي — انهن سڀني هنن جي دل کي ٻرسن ٻئي رکيو. هنن پنهنجي جيوت ۾ ڪا اوڻائي نٿي محسوس ڪئي.

راڌڪا جا وطن ورڻ لاءِ آئي هئي، سا سندن پريت ۾ ترقي نه ٿيندي ڏسي، البت، ڪڏهن ڪڏهن، اڌيرتا ظاهر ڪندي هئي؛ پر هوءَ انهيءَ حالت ۾ ڪري ئي ڇا ٿي سگهي؟ موڻ هڪ ڀيري جڏهن ڪمس چندر کي انهيءَ باري ۾ اشاري ڪرڻ جي صلاح ڏني، تڏهن ڪنڌ ڌوڻي چيائين: ”پريت جي ريت نرالي آهي. اُها پنهنجو وقت ٿي وٺي.“

پر رات واري حادثي، سندن جيوت ۾ اُها نازڪ گهڙي آندي، جنهن ۾ سندن آئينده جي زندگيءَ جو هڪ نه ٻئي نموني فيصلو ٿيڻو هو.

صبح جو جڏهن وهنجي سهنجي، اسين نيرن لاءِ دالان ۾ آياسين، تڏهن سودامني آئي ڪانه هئي- چندر ڪانسواءِ اسين سڀ ڪنهن جذبي جي داٻ هيٺ هئاسين — جنهن ۾ انديشو ۽ انتظار ٻئي مليل هئا. آميءَ جي مک تي به اڄ مشڪ نظر نٿي آئي. انهيءَ جي جاءِ گنڀيرتا اچي والاري هئي. رگهو چندر تي هميشه وانگر خوش-خلق ٿئي ڏٺو، جيتوڻيڪ ٻين کي ماٺ ۽ گنڀير ڏسي، هو به سانت هو.

آميءَ نيرن پرچي، پر سودامني ڪانه آئي. اوچتو چندر ڏاڍي نهر سان پڇيو: ”سودا اڃا ڪانه آئي آهي؟“

مان ڀانيان ٿو ته هيءَ پهريون دفعو هو جو چندر ڪيس ”سودا ڪري سڏيو.

اميءَ ڪن پل لاءِ چندر جي اکين ۾ نهاريو. ”سودا جي طبيعت عليل آهي،“ هن چيو.

چندر ٻرءَ سٽ، اُٿي کڙو ٿيو. ”مان ڪمس ڏسي ٿو اچان،“ چئي، هو دالان لتاڙي، مٿي هليو ويو.

چندر ۽ سوداميءَ جي وچ ۾ ڪهڙيون ڳالهيون ٿيون، ڪهڙن جذبن جي سندن جيوت جي رنگيونيءَ ۾ رمت ٿي، تن جي ساک مان نتو پري سگهان. منهنجي وينتيءَ تي چندر أنجو بيان لکي، مونکي سپرد ڪيو آهي. اهو مان لفظ به لفظ نقل ڪري، هيٺ ڏيانٿو:

”دالان مان آئي، مان سڌو سوداميءَ جي ڪمري ڏي ويس. هيءُ پهريون دفعو هو جو مان سندس پوتر، محفوظ آستان ۾ ويس ٿي. منهنجي دل ۾ جذبن جو جولان هو. جيتوڻيڪ منهنجي من جو درشيہ صاف هو. مون سندس سائيٽي، عميق پرت جو ساهہ چکيو هو، ۽ منهنجي من جاڳو ٿي تہ سندس ردي جي رنجش جو ڪارڻ ڪهڙو هو. پر منهنجي دل دک دک ڪري رهي هئي. مان پاڻ کان پڇي رهيو هوس: ’ڇا، جو پاڻ کي ساري وشو سان هڪ پيو محسوس ڪري، تنهنکي بہ فراق ۽ هجر جو قاتل پيالو پيئو پوي ٿو؟ ڇا، سودا مونکان وڇڙي، جدا ٿي سگهي ٿي؟ مان اهڙو آپورن جيون ڪيئن گهاري سگهندس؟‘

”مون سندس ڪمري جو دروازو هوريان کڙڪايو. اندران سودا جي در ڏانهن اچڻ جو آواز ڪنن تي پيو. دروازي جو هڪڙو طاق کليو. مون سودا پنهنجي اکيان بيٺل ڏٺي. سندس وار وکر وکرا، سندس اکيون رتيون ڪري ڳاڙهيون ۽ سندس منهن مرجهايل— هڪ ٿي رات جي دک ۽ بي آراميءَ سندس سندر شڪل ۾ ڪيڏا نہ راڳا ڪيا هئا؟ مون ائين محسوس ڪيو تہ منهنجي ردي کي ڪو مٽ ۾ پيڙي، ڇيپائي پيو. ’سودا، منهنجي سودا!‘ پڪاري، مون ڪيس پنهنجن ٻانهن ۾ وڌو. سودا جي نيڻن مان آجهل نير وهڻ لڳو. مون پنهنجو ساڄو هٿ هنجي وارن تي ازحد ڪوملتا سان قيرائي، ڪيس

سانت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن پنهنجو ڪنول جهڙو نازڪ منهن منهنجي سيني ۾ ڪئي لڪايو، ۽ آئي ڪا گهڙي دل کولي، سڏڪا ڀري رئندي رهي.

’سودا، منهنجي آمر محبوبڙي، تون ۽ مان سديوَ هڪ آهيون. جيوت توڙي موت ۾ ڪجهه به اسان کي هڪ ٻئي کان جدا نٿو ڪري سگهي.“

”سوداميءَ پنهنجيون ڳوڙهن سان ڀنل اکيون کڻي، منهنجي اکين ۾ نهاريو، ۽ سڏڪن ۾ چيو: ”مان ڄاڻان ٿي، چندر. اسان کي ڪجهه به هڏ ٻئي کان جدا نٿو ڪري سگهي.“

”مون سندس اکيون ۽ ڳل اگهندي چيو: ”پوءِ هيءَ رئڻ ۽ راڙو، هيءَ آوشواس وري ڇاجو؟“

”سودا جو ڪنڌ البت هيٺ ٿي ويو، ۽ هن اجا به ڏڏنڊڙ آواز ۾ چيو: ”رات الاهي ڇو مون کي اهو ڀپ ويڙهي ويو ته مان توکي هميشه جي لاءِ وڃائي ويٺي آهيان.“

”مان سمجهانٿو، سودا،“ مون چيو. ”تو ڀانيو ته سروج ۽ منهنجي وچ ڪا پريم جي ونڊ ٿي هئي.“

”سودا ڪنڌ جي ڏونڻ سان هاڪار ڪئي.“

”سودا، سماج جي مرجادا موجب اسين هڪٻئي سان لائون لهون، تنهنڪان اڳ ضروري آهي ته تون مونکي پاڻ پت ڄاڻين، سڃاڻين ۽ سمجهين.“

”سوداميءَ جو گنڀير منهن مشڪ سان جهلڪي آئيو ۽ هن چيو: ’مونکان وڌيڪ به توهان کي ڪا سمجهي ٿي؟‘

”استرين کي ڪيڏو نه پنهنجي سمجهه جو گيرب آهي! مون کيس ڪراهتڙي پائي، چيو: ’هائو، آءٌ. پهريات ڪان هن ئي مونکي پوريءَ طرح سمجهيو آهي.‘

”’خير، آءٌ سان سمجهه ۽ انترگيان ۾ مان ڪا برسڇي سگهنديس؟‘ هن ناز سان چيو.

"مون کيس ڪرسيءَ تي وهاريو، ۽ سندس پرسان ٻيءَ ڪرسيءَ تي ويهي، سندس ساڄو هٿ پنهنجن هٿن ۾ جهلي، کيس چيم: "سودا، مون کي خوشي ٿي آهي جو رات وارو ڪارو ڪڪر اسانجي جيوت جي آڪاس مان گذر ڪري ويو آهي. اسان جي دلين ۾ هنئر مهاشانتي آهي، آنند سان پريل. ۽ جي اسين اها آنند- مي شانتي سمجهه جي پيڙهه تي نه ٻڌنداسين، ته پوءِ ننڍڙا، ننڍڙا حادثا ۽ شڪ گمان اسان جي هن پريم- مي شانتيءَ ۾ وگهن پيا وجهندا. انهيءَ ڪري، منهنجي ڪئجر، منهنجي حياتيءَ ۾ جو تازو عجيب معجزو ٿيو آهي، سو ٻڌائن ڏيڻي پئي.'

"۽ منهنجو تنهنجي پريم ۾ پورن وشواس آهي،" هن مُرڪي مد سان چيو.

"مون مشڪي، سندس هٿ پنهنجن هٿن ۾ ٿپريو،" ۽ چيو: 'پيار جو رکو آمنگ، من- آچل يا جذبي تي ٻڌل آهي، سو وشواس توڙي آوشواس وهيٺو آهي. جڏهن پيار آمنگ ۽ سمجهه، جذبي ۽ معرفت، ٻنهي جي ميلاپ سان آتپن ٿئي ٿو، تڏهن اهو لازوال ٿيو پوي. ان ڪي سنسار جي ڪابہ گهٽنا چلائمان نٿي ڪري.'

"واه!" سودا چيو. 'تنهنجي معنيٰ ته منهنجو پيار جذبات جو هڪ بدبدو آهي.'

"مون ڪنڌ ڌوڻي چيو: 'نه. مون کي تنهنجي پيار جي پختائيءَ، سچائيءَ ۽ اونهائيءَ جو ڊپ ڪونهي. مونکي آلکو صرف اهو آهي ته جيسين تون مون کي نه سمجهندينءَ تيسين اسانجي پيار مٿان دک جو پاڇولو سدائين پيو هوندو، ۽ ڪڏهن قضائي ڪاروٻار ٿي، اسانجي جيوت جي جوت ڪاري گهٽنا ۾ وڌرهي ڇڏيندو."

”جي ائين آهي ته مان ٻڌڻ ۽ سمجهڻ لاءِ تيار آهيان،“ سودا گنڀيرتا سان چيو.

”مون سندس هٿ کي هڪ هلڪي مٺڙي ڏني ۽ پريم ڀرين نگاهن سان ڏانهنس نهاري، چيم: ’سودا، توکي ياد آهي ته ڪيرٻوانيءَ جي ميلي تي اسان جي اکين هڪ ٻئي سان پريم جي سچي ڪئي. ٻئي ڏينهن مان سري نگر ڇڏي، پهلگام هليو ويس. تو ضرور پاڻ کان منهنجي هيئن اوچتي غائب ٿيڻ جو سبب پڇيو هوندو. سودا، تنهنجي پيار منهنجي هردي ۾ هڪ ڀاري سنگرام پيدا ڪيو. ٿورڙي اڳي مان پنهنجي ننڍپڻ جي ساهيڙيءَ ليلان جنهن ۾ مون پورن سندرتا جو درشن پاتو هو، تنهنکي وڃائي، هن جي وڇوڙي ۾ وڳاڙو ٿي پيو هوس. جي منهنجي راڪا منهنجي پرگهور نه لهي ها ۽ هتي ڪشمير ۾ اچو سان، قدرت جي انوپ سندرتا مان آوکد نه سرپير ها ته مان جيڪر هميشه جي لاءِ ديوانن جي دنيا ۾ داخل ٿيان ها. تولاءِ پيار اسرڻ سان منهنجي دل ۾ هڪ نئون سنگرام اُپن ٿيو آهيءَ جي صلاح سان مان ان کي اڪيلي سر منهن ڏيڻ پهلگام هليو ويس. اُتي منهنجي حالت ڏينهون ڏينهن بدتر ٿيندي ويئي. نوبت اُتي رسي جو هڪ ڏينهن مان هڪ پهاڙ تان ڪيڪون ڪندو هيٺ ڊوڙيس ۽ بي هوش ٿي ويس. پريا، ٽي ڏينهن مان غش جي حالت ۾ پيو هوس.“

”سودا تعجب ۽ دک مان اکيون ڦاڙي، وچ ۾ ڪڇندي چيو: ’ٽي ڏينهن غش ۾! اسانکي سماءُ به ڪونه ڏنو.‘“

”مون سندس هٿ ٿڦريندي چيو: ’هيءَ جڳ هرڪو جيو اڪيلي سر جولي ٿو. اُهيءَ ۾ ڪنهن جو به سهارو ڪارگر نٿو ٿئي. خوش نصيباً، مونکي هڪ من-ڇيديءَ، ڊاڪٽر سري رام، جي سهائتا نصيب ٿي. هن ڀلي ماڻهوءَ جا منهنجي پرداخت لڌي، تنهنجو ٿورو مان الاهي ڪهڙي جنم ۾ لاهي سگهندس.

نوبنو ٽين بعد، مان چانڊن واڙيءَ، برف جي پل ڏسڻ لاءِ ويس. اها جابلو جاترا منهنجي جيوت ۾ سونو ورق آهي. چوڏس جي چندرما جي چٽڪ هيٺ، آنهيءَ دلبرانسان پل جي نظاري پسندي، مونکي وشو- درشن پراپت ٿيو. مون ساري برهمانڊ جي هيڪڙائي محسوس ڪئي، ته جيءَ سڀڪنهن جيءَ سان، جزو سڀڪنهن جزي سان جڙيو پيو آهي. جنهن پورن سندرتا، جنهن امر پريم، جنهن اٽل شوءَ جي طلب ۾ منهنجو آتما حيران ۽ پريشان هو، سو سڀ مون انهيءَ وشو- درشن ۾ پاتو، ۽ ان سان پنهنجي گهري عزازت محسوس ڪيم. انهيءَ گهڙيءَ ڪانپوءِ جڳ ۾ ڪوبه جيو، ڪابه وستو، منهنجي لاءِ ستڌاري، بدصورت يا اپورن ناهي. مان سڀ ڪي هڪ ۾ پريپورن ۽ سندر پسان ٿو ۽ هرهڪ ڪي پنهنجي جان جو ٽڪر ڀانيانتو. سڀ جيو منهنجا سنيهي سڄڻ آهن. سڀني لاءِ منهنجي هردي ۾ جاءِ آهي. ڪو مونکي ڪام يا ڪروڌ درشٽيءَ سان ڏسي ٿو، ته به مان ڪيس پيار ڪرڻ ۽ سڄڻ سمجهڻ کان رهي نٿو سگهان. مان ڄاڻان ٿو ته سروج جو پاو مون ڏانهن ڪهڙو آهي. مان هن جو راجسي سڀاءُ سڃاڻان ٿو. انهيءَ هوندي به مان ڪيس ڌڪاري، ٺيلهي نٿو سگهان. منهنجي دل ۾ سندس لاءِ صرف اها اڪلا آهي ته سندس راجسي سڀاءُ متجي، ساتوڪ ٿئي، ته هوءِ انهيءَ پريم جي رس چکڻ لاءِ آشا ڌاري، جو وره- ڪاڏئون ڪونهي.''

”سوداميءَ جي نيترن مان نير جاري هو. مون ڪيس آٿاري، پنهنجي هنج ۾ وهاريو، ۽ سندس نرڙ تي مٺڙي ڏيئي چيو: 'چو، توکي هيءُ چندر پسند ڪونهي؟'“

”هن پنهنجا لڙڪ جهلي، چيو: 'مان ته پاڻ ڪان پڇي رهي آهيان ته مان ڪٿي اهڙي چندر جي لائق ڪين آهيان؟'“

”مون ڪلي، ڪيس چيو: 'واه! تنهنجي لائق ٿين لاءِ ته مون هيڏا جوڳ پچايا.'“

## باب ڏهون

چندر ۽ سوداميني دالان ۾ گهڙيا ته سروج ٻه ”مان اچي سگهان ٿي؟“ چوندي، دالان ۾ اندر آئي. چندر هميشه وانگر کيس ڪيڪاريو. هنجي روش ۾ ٿر جيترو به تفاوت ڪونه هو. سوداميني حب سان کيس چيو: ”واه! اڳي به ڪڏهن اندر اچڻ جي اجازت گهري اٿيئي جو اڄ ٿو گهرين؟“ ۽ کيس ڀاڪر پائي، اڳيان وٺي آئي ۽ ڪرسيءَ تي ويهاريائينس.

اسين سڀيئي نيرن ڪري، چندر ۽ سودامنيءَ جي انتظار ۾ ماٺ ۾ ويٺا هئاسين. هنن جي خوشنود چهرن سان اندر گهڙڻ ۽ سروج سان هميشه وانگر پريم سان ورتڻ اسانجي انتظار کي بدلائي تعجب جي صورت ڏني. اميءَ نيرن سندن اڳيان رکي. نيرن کائيندي، چندر اميءَ ڏي نهاري چيو: ”امي، سودا منهنجي ساڻس وواه ڪرڻ جي آڇ قبولي آهي. توهان جي آسيس....“

چندر اڃا پنهنجو جملو پورو ڪري، تنهنکان اڳي سروج پنهنجي سنهي آواز ۾ ڪيڪ ڪري چيو: ”وواه! چندر ۽ وواه!“

چندر ڏاڍي نهر سان کانئس پڇيو: ”ڇو، سروج، چندر ۽ وواه لفظن جو پاڻ ۾ اتفاق نٿو بيهي؟“

سروج آجهل من - اُچل سان چيو: ”مون اٿين ٻڌي وسهيو ته توهان بنيادي ساميوادي آهيو ۽ انهيءَ ڪري وواه جي رسم سماجڪ ٻانهپ جو هڪ قسم آهي. ساميوادي اُنهيءَ جي ٽوڙڻ جي اُدم ۾ پنهنجي جيوت صاف ڪريٿو. مڙوواد (Capitalism) جو سارو مانداڻ انهيءَ تي ٻڌل آهي. انسان ذات مان انهيءَ رسم جي ناس ٿيڻ سان سرمايه داري پاڻمرادو ناس ٿي ويندي.

تون سامهون وادي تي، وواه ڪري نٿو سگهين.“

سروج ٻڌيون جملو اهڙي ته زور سان چيو جو اسان سڀني اچرج ۾ اکيون ڦاڙي، سندس جوش-رتي منهن ڏي نهاريو. سندس اکين مان آلا ٿي نڪتا، ۽ سندس نڪ جون هيٺيون مشڪائون ۽ ڪڪرائون ٻاڳو لرزيو پئي. مون چندر ڏانهن نهاريو. هن جي مک تي هڪ مسڪراهٽ پئي رمي. هن ڏاڍي ڪومل آواز ۾ چيو: ”استري ۽ پرش پاڻ ۾ جيون-ساٿي ٿين، تنهن ۾ ڪهڙو اعتراض ٿي سگهي ٿو؟“

”جيون-ساٿي، ۽ نه پتي ۽ پتني،“ سروج جوش مان چيو.

”پتي ۽ پتني ته رڳو لفظ آهن، سروج!“ چندر مٺي نوع ۾ چيو. ”ٻه ڄڻا پاڻ ۾ جيون ساٿي ٿيڻ قبولين ٿا. هڪ کي پتي ٿو سڏجي، ۽ ٻئي کي پتني.“

”پر انهن ٻن لفظن ۾ استريءَ جي ٻانهپ جو لنبو اتهاس سمايل آهي،“ سروج وراڻيو.

”آهو تڏهن جڏهن پتي پتنيءَ کي پنهنجي ملڪ ٿو سمجهي، سروج. پر جڏهن ٻنهي کي پريم، نشڪام پريم، هڪٻئي جو ساٿي ٿو بڻائي، ۽ ٻئي هڪٻئي کي آتم-روپ ٿا ڏسن ۽ هڪ ٻئي سان پريم ۽ ستڪار سان ورتن، تڏهن ٻانهپ جو سوال اٿي نٿو سگهي. هو هڪ ٻئي جا جيس جوڙ آهن. هڪڙو ٻئي کانسواءِ اڌورو ۽ اڻپورو آهي. هو هڪ ٻئي جي جيوت پرڦلت ڪن ٿا. اهڙي سک ڀرئي سنجوڳ کي، سروج، تون ڪئين ننڌي سگهندينءَ؟“

سروج کي چندر جي مٺي ٻاجهه ۽ سانتيڪي دليل لاجواب ڪري ڇڏيو. هوءَ ڪرسيءَ تان اٿي، دريءَ تي وڃي بيٺي. اسان سڀني جون اکيون منجهس کتل هيون. هن پنهنجو منهن هٿن ۾ لڪائي، جهيڻي آواز ۾ رنو ٿي. سوداميني ٽپ ڏئي

آئي، ۽ ڪيس ڪِراڙِي پائي، سندس اوڙها اکين ۽ ڪيس پرپاٿي لڳي.

اسين سڀ، امي‌ءَ جي اشاري تي، مان ميٽ ۾ ڪين اڪيلو ڇڏي، ڪمري مان نڪري ٻاهر ٿياسين.

سودامنيءَ ۽ چندر جي وواهه جي مخالفت ٿي پڪ ڪان ٿي، ۽ آنهيءَ تي غالب پوڻ ۾ سروج جا اسان جي همراهي ڪئي سا سندس سپاهه جي ذاتي چڱائيءَ جو ثبوت آهي.

انهيءَ ڏينهن، ڏيڍ ٻرڻي، جڏهن راڌڪا ۽ مان ڊنڊ جو سيل ڪري، اميراقدل وٽ شڪاري مان تي لٿاسين ته هڪ نوجوان پنڊت وڏي اسانوٽ آيو، ۽ مون کان پڇيائين: ”موهن آمرتائي اوهانجو نالو آهي؟“

”ها،“ مون چيو.

”توهان کي سروپ آنند ۽ چندر سڏي رهيا آهن،“ هن ڏاڍي منتظر نوع ۾ چيو.

”مون هن پنڊت جوان جي منهن ۾ گهور ڪري نهاريو. هو سکر انسان ٿي ڏٺو ۽ سندس منهن ۾ اشرافت جا آرڪان پڌرا پئي ڏٺا. لچ لانبڙ، لونيو لوُڪڙ ڪونه ٿي لڳو. مون کانئس پڇيو: ”سروپ آنند ۽ چندر ڪٿي آهن؟“

”هتان ٿورو ٿي پري هڪڙي مڪان ۾،“ هن ورائيو. ”چندر کي نرڙ تي البت ضرب رسي آهي.“

”نرڙ تي ضرب!“ راڌڪا واڪو ڪري چيو. ”جلد ڪريو. اسانکي وٽس وٺي هلو.“

”راڌڪا ۽ مان هن پنڊت جوان جي پٺيان ماٺ ۾ تڪڙو تڪڙو پئي وياسين. هو اسانکي ڪيترين سوڙهين گهٽين مان وٺي، نيٺ هڪ مڪان جي اڳيان اچي بيٺو، ۽ دروازو کڙڪايائين. ڪنهن اچي دروازو کوليو. اسين جوان جي پٺيان مڪان ۾

اندر گهڙياسين. هو اسانکي هڪ ڪمري ۾ وٺي هليو، جنهن ۾ اٽڪل ٻه ڄڻا ماڻهو ويٺا هئا. سڀيئي پنڊت ٿي ڏٺا. هرهڪ کي پٽڪو سر تي ۽ تلڪ نرڙ تي هو. اسانجي اندر گهڙڻ سان هو سڀ ماٺ ٿي ويا ۽ اسانڏي نهارڻ لڳا. مون کي ڪنهن منصوبي جو شڪ پيو. پر اسان ڏي ڦاسائڻ ۾ هنن جو ڪهڙو پرپوجن هوندو؟ اسين پرڏيهي، ٻن ڇڻن ڏينهن جا مهمان، تن کي گمراه ڪري، هتي آڻڻ سان هنن جو ڪهڙو مطلب سڌ ٿيندو؟ شڪل شبيه ۾ ٻه ته واٽمارو يا ڌاڙيل ڪونه ٿا ڀاسن.

راتڪا جا چندرڪي ڏسڻ لاءِ آتير هئي، تنهن هن پريءَ سڀا ۾ ڪيس نه ڏسي، جوان کان پڇيو: ”چندر ڪٿي آهي؟“

هو جواب ڏئي تنهنکان اڳي، هڪ پيرسن پنڊت دلداري ڏيڻ جي نوع ۾ چيو: ”چندر اجهو اچي ٿو. هو چاق چڱو ڀلو آهي. توهين انهيءَ جو ڪو اُٻڪو نه ڪريو. هن کي ضرب رسڻ جي خبر ناهي توهانکي انهي ڪري ٻڌائي ويئي، جو هونئن شايد توهين هتي اچڻ کان انڪار ڪريو ها.“

هي ته ڪنهن منصوبي جا آثار هئا! منهنجو شڪ تڏهن صحيح هو. مون دريتا سان پڇيو: ”پر اسانکي هتي ڇو آندو ويو آهي؟ اسين توهان جي ڪهڙي شيوا ڪري سگهون ٿا؟ هئن اسانکي گمراه ڪري وٺي اچڻ توهان جهڙن ڌرمشٽ ماڻهن کي ٺيڪ لڳي ٿو؟“

هو پيرسن وڌي مون وٽ آيو، ۽ منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي، چيائين: ”سڀني سوالن جو جواب هڪ وقت ڏيڻ محال آهي. توهين تدرج ڏريو. توهانکي سڀ ڪجهه روشن ٿي ويندو.“

”پر اسان کي هتي ڇو آندو ويو آهي؟“ مون بي صبر ٿي پڇيو.

پيرسن مشڪي چيو: ”چندر سان ملڻ لاءِ.“

”پر چندر [illegible] آهي؟“

”چندر هن ئي [illegible] ۾ آهي،“ پيرسن آٿت ڏيندڙ آواز ۾ چيو، ”پر هن سان ملڻ کان اڳي توهان کي اسان جي وينتي ٻڌڻي پوندي.“

”۽ اها وينتي ڪهڙي آهي؟“ منهنجي آواز ۾ آڏيرتا، غصو ۽ ڏرڪو ٽيئي هئا.

پيرسن پنهنجو ڪنڌ ڏائي کان ساڄي ۽ ساڄي کان ڏائي ڌوڻيو. ظاهراً منهنجو ڳالهائڻ جو نوع ۽ منهنجي روش هنکي پسند نہ هئا. هن ڏاڍي نهر سان چيو: ”ايترو اُتاولو نہ ٿي. ٿڌي سيني اسان جي ڳالهہ ٻڌ. مونکي پڪ آهي تہ توهين اسان سان انهيءَ ڳالهہ ۾ سمت ٿيندا ۽ چندر کي سمجهائي، باز آڻيندا.“

مون پاڻ روڪيندي، پڇيو: ”ها، ها. پر اها ڳالهہ ڪهڙي آهي؟“

پيرسن هڪ خالي ڪرسي ڏي اشارو ڪري، اسان کي وهڻ جي نينڊ ڏني. مان راڌڪا کي هٿ کان وٺي طول وٽ آيس، ۽ وهڻ کان اڳ پيرسن ڏانهن نهاريم.

”وهو، آرام ڪريو،“ هن هٿ سان طول ڏي اشارو ڪندي چيو.

راڌڪا ۽ مان ٻئي طول کي ٽيڪ ڏيئي ويٺاسين. راڌڪا جو هٿ جو منهنجي هٿ ۾ هو، سو ڏپ ۽ ڳڻتيءَ کان ٿڌو مثل ڳڱ ٿي ويو هو. سندس منهن زرد ٿي ويو هو، ۽ اکين ۾ چنتا جا چنهہ ظاهر پئي ڏنا.

اتي جوان پنڊت جو اسانکي قسلائي، هتي وٺي آيو هو، سو چانهہ جا ٻہ پيالا کڻي آيو، ۽ اسانکي آڇيندي چيائين: ”هيءَ اسانجي تچ مهماني سيڪاريو.“

مون کيس نمسڪار ڪري، ڏنو: اوهانجي وڏي مهرباني. پر اسانکي چانهه جو احتياج ڪونهي."

پيرسن مٺي، ڏڏاريندڙ نوع ۾ چيو: "اوهان جي من توڙي تن کي مفرح ڪري ڇڏيندي."

"نه، مهرباني. اسان کي بالڪل احتياج ڪونهي."

مون ڏٺو ته منهنجي دردِ ناڪار تي پيرسن توڙي پين جي منهن تي رنجش ڏيکاري ڏني. پيرسن راڌڪا ڏانهن منهن ڪري، ڏاڍي ڪومل ۽ مٺي آواز ۾ چيو: "ڏيءَ، تون ته اهڙي مهمان-نوازيءَ جي آڇ ڪانه موٽائينديءَ؟"

مون راڌڪا جي هٿ کي ٿورو زور ڏنو. هن منهنجو اشارو سمجهيو، ۽ جهيڻي آواز ۾ پيرسن کي چيو: "مونکي اوهين معاف ڪندا."

پيرسن چانهه جا پيالا جوان کي واپس ڪيا جو آهي ڪٺي ٻاهر هليو ويو. پوءِ هو اسانجي اکيان اچي ويٺو. ڪن پل هو ماٺ ۾ پنهنجن هٿن جون آڱريون تڪيندو رهيو. نيٺ، گلو صاف ڪري، چيائين: "اوهانجي دل ۾ عجيب غريب شڪ شبها اُٿندا هوندا. اهو سڀاويڪ آهي. پر مان توهان کي خاطري ٿو ڏيان ته اسين نه چور، نه ڌاڙيل ۽ نه رهزن آهيون. اسان توهان کي قرمار جي ارادي سان هتي ڪين آندو آهي. اسان توهان کي هتي صرف انهيءَ لاءِ آندو آهي ته توهين...."

پيرسن کي جملي پوري ڪرڻ جو وقت ئي ڪونه مليو. آنهيءَ مهل چندر هڪ نوجوان سان گڏ ڪمري ۾ گهڙيو. راڌڪا "چندرا!" پڪاري، ٽپ ڏيئي اُٿي، ۽ ٻوڙي وڃي کيس ڀاڪرِ لڳايائين. چندر سندس مٿو پنهنجي سيني تي رکي، سندس وارن کي آهستو ٿپريندي چيو: "راڌڪا! چئو، تون خوش چاق ته آهين؟ منهن هٿن زرد ڇو ٿي ويو اٿئي؟ مون ٻڌو ته توکي

شڪاري مان لهندي ضرب رسي آهي، ۽ دوا درمل لاءِ توکي هٿ آندو اٿن."

راڌڪا پنهنجو ڪنڌ هنجي سيني تان ڪڍي، سندس اکين ۾ نهاريو، ۽ گنڀير نوع ۾ چيو: "مونکي ۽ موهن کي ٻه اهو ساڳيو ڀانو تنهنجي نسبت ڏيئي، هتي وٺي آيا آهن. الاهي ڪهڙي سٽ سٽي اٿن."

چندر پنهنجا نيڻ ڪمري جي چوڌاري ڦيرايا. سندس نيڻ نهڻن جا سدا- وهندڙ نياڻ هئا، جن مان پريم جي نوراني ڌارا پئي وهي. سون ڏنو ته ڪمري ۾ سيني تي انهيءَ نور جي اوٽ ٿي. ڪيترن جا چهرا سرهائيءَ کان ٻهڪڻ لڳا. ڪن جا منهن البت ڪکا وکا ٿيڻ لڳا، جڻ ته اندر واري ٿي شرمائن. هڪ ٻن جي منهن تي ڪنورتا جي ارڪانن ڏيکاري ڏني. چندر مشڪي پڇيو، "مترو، ڪرپا ڪري ٻڌائيندا ته اسان کي ڇو هتي آندو ويو آهي؟"

پيرسن جنهنجي ڳالهه جو سلسلو وچ ۾ ئي ڪپجي ويو هو، سو منهنجي پر چڙهي، وڏي چندر وٽ ويو، ۽ کيس نمسڪار ڪيائين. چندر ٻه هٿ جوڙي، پنهنجو سيس هنجي اڳيان نمايو، ۽ چيو: "منهنجا آتم- سنبنڌي متر، مان توهانجي ڪهڙي سيوا ڪري ٿو سگهان؟"

"توهين اسانجي وڏي ۾ وڏي سيوا اها ڪري ٿا سگهو جو ٻنهي هنڌ سري نگر ڇڏي هليا وڃو،" پيرسن ڏاڍي نهر ۽ گنڀيرتا سان چيو.

چندر تپرس ۾ ڏانهنس نهاريو. "اسين انهيءَ جو سبب ڄاڻي سگهون ٿا؟" هن پڇيو.

پيرسن لحظي لاءِ هٻڪيو. "جي هرويرو سبب ڄاڻڻ گهرو ٿا،" هن ساڳئي نوع ۾ چيو، "ته پوءِ مونکي لاچار

ٻڌائڻو پوندو. اسان ٻڌو آهي ته توهين ڏينهن ٻن ۾ هڪ پنڊت
ڇوڪريءَ سان وواهه ڪرڻ وارا آهيو. اسين ڪنهن به ڪشميري
پنڊت ڇوڪريءَ جو وواهه ستڌارٿي سان ٿيڻ جي برخلاف آهيون.
اسين اهو وواهه هرگز ٿيڻ نه ڏينداسين.“

چندر مني ٻاهوءِ سان ورائيو: ”توهين پنڊت لوڪ ڀارت
ورش جي آمولڪ آتم ڌن جا رکپال آهيو. هتي جي پهاڙن ۽
ماٿرين ۾ جڳن کان ست جي سيڪڙن جوڳ ڇپايا آهن، ۽
سنسار جي نانت ۾ هڪ اٽل ست جو مشاهدو ماڻهو آهي.
اهڙي پوتر ديس ۾، ديس ۽ ڪال جا ويچا ڪٿن ٿي ٿا سگهن؟
اهڙي جاتيءَ ۾ جات پات، ديس ۽ پرديس، رنگ ۽ روپ جو
ڀيد ڪٿن ٿي ٿو سگهي؟ آتم گيان وشوَ پريم آهي، جنهنجي
وشال ڀاڪر ۾ سارو برهمانڊ سمائجيو وڃي. اوهين مونکي ستڌاريو
ڪٿن ٿا سڏيو؟ مان اوهانجو ڀاءُ آهيان. اسان سڀني کي ايشوري
پريم هڪ عالمگير برادريءَ ۾ ٻڌي ٿو.“

چندر جي منيءَ، پريم-مئي گفتار هنن دردِ آچاري پنڊتن
تي عجيب آثر ڪيو. هو اکيون ڦوٽاڙي، هنن ڏانهن نهاريندا
رهيا. پيرسن اچا ٻاڻ سنڀالي، ڪجهه چوڻ تي هو ته ڪمري
جي ٻاهران ڪن ماڻهن جي اچڻ جو آواز ڪن تي پيو. سڀني
جون اکيون دروازي ۾ وڃي ڪتيون. پنڊتن جي منهن تي هراس
جي ڇايا ڇانئجي ويئي. ڪن ڇهن آئن ماڻهن جو ڊنبلو دروازي
وٽ اچي بيٺو. سندن اڳوان سروج هئي. سندس سينو سهڪيءَ
کان هيٺ مٿي پئي ٿيو، ۽ سندس منهن ۾ دردتا هئي. پيرسن
ڏانهن منهن ڪري، ڪڙڪيدار آواز ۾ چيائين: ”چاچا صاحب،
توهان جي اها تنگدل تحرڪ اڃا ختم ڪانه ٿي آهي؟ مون کي
جي اوچتو سڏ نه پهچي وڃي ها ته توهين الاهي ڪهڙو ويل
وهايو ها! سوداميءَ جو وواهه ڪنهن لب لالچ تي ڪونه ٿو

ڪيو وڃي. پرين- وواهہ ۾ ديس ۽ پرديس جو ويڇو ڪيئن ٿي ٿو سگهي؟ توهان کي هن دم هنن کي آزاد ڪرڻو پوندو. سڀاڻي شام جو چندر سودامنيءَ سان لائون لهندو. اوهان سڀني کي انهيءَ شڀ موقعي ۾ شامل ٿيڻ جي نينڊ آهي."

ائين چئي، سروج وڏي راڌڪا وٽ آئي، ۽ ڪيس ڪراهتڙي پاتي، چندر ۽ مون کي سندس پيهان اچڻ جو اشارو ڪيائين. اسين سڀ هنن درد آچاري پنڊتن کي تپرس ڪائيندو ڇڏي، سروج جي پٺيان ٻاهر نڪتاسين.

## باب ڇهون

"راڌڪا، راڌڪا! هي سمالوچنائون ته ڏس."

مان منجهند جي آيل ٽپال نظر مان ڪڍي رهيو هوس. پهلگام کان موٽڻ بعد مون پنهنجي پرڪاشڪ سان چندر جي رچيل شعر ڇپائڻ جو بندوبست ڪيو هو. جلد ڪتاب ڇپجي شايع ٿيو ۽ اُنهن تي معتبر نامڪئين ٽيڪاڪارن جون سمالو چنائون اخبارن ۽ مخزنن ۾ پوڻ لڳيون. اڄ پرڪاشڪ وٽان اڌ ڊزن ڪتاب جي ڪاپين ۽ سمالوچنائن جو ٿهو پهتو هوم. راڌڪا ڏاڍي چوج ۽ چاهہ سان ڪتاب نظر مان پئي ڪڍيو، ۽ مون ڏاڍيءَ دلچسپيءَ سان مکيہ ٽيڪا- ڪارن جون سمالوچنائون پئي پڙهيون.

"اجهو، هيءَ پڙه: 'سنڌي ساهت جو آسماني منڊپ ۾ نئون ستارو، منور ۽ مسرور، پرگهٽ ٿيو آهي. سنڌي شعر ۾، نئينءَ سٽينءَ، وري تازگي آئي آهي. انهيءَ مان نه فقط سنڌي شعر کي پر سنڌي نثر کي به هڪ نئون آمنگ ايندو، ۽ سنڌ جي علمي ۽ تهذيبي جيوت ۾ هڪ نئون باب شروع ٿيندو. هيءَ شاعر اُنهن آتمائن مان آهي، جن جي آدمن ۽ رچنائن

سان قوم لاءِ نئون جنگ شروع ٿو ٿئي....“ هي ٻيو ٻڌ: ”چندر جي ڪوتا جي بهار جي تازگي آهي. اونهاري ۾ سهس- رنگي، سبز پيلي جيان، سندس نظم پانت پانت جي خوشنما رنگن ۾ روپن سان سينگاريل آهي. انساني خيالات ۽ جذبات جي نون ديسن جي کوجنا ۾ شاعر جو روح، بانڪن بهادرن جيان، همت ۽ جرئت جا عجيب معجزا پيش ٿو ڪري. هي نئون شاعر شاهه عبداللطيف ۽ سچل سرمست جو ثاني آهي، ۽ انهن جي اعليٰ درجي ۾ ئي شمار ڪيو ويندو.“

راڌڪا چندر جي ڪوتا جي ساراهه ٻڌي، ڪپڙن ۾ نه پئي ماپي. هن سمالوچنائن جا سڀ ڪتريل ٽڪر ڪٽي، پنهنجي گود ۾ رکيا، ۽ هڪ هڪ ڪري پڙهندي، ۽ چندر جي ثنا جون سرهو- ڪنڌ سرڪون پئندي ويئي. ڪيس خوش ٿيندو ڏسي، منهنجيءَ دل به پئي ٽپا ڏنا.

جڏهن سڀ سمالوچنائون پڙهي پوريون ڪيائين، تڏهن آئي منهنجي ڀرسان اچي ويٺي، ۽ چيائين: ”انهيءَ سڀ لاءِ چندر ۽ مان اوهان جا ٿورائتا آهيون. اوهان اسان ٻن ٻڪندڙ آتمائن لاءِ ڇا نه ڪيو آهي! اسين توهانجو احسان ڪئن لاهي سگهنداسين؟“

”جيڪي پريم نمت ڪجي ٿو، سو احسان نٿو ليکجي،“ مون چيو؛ ”پريم شيوا ڪرڻ ۽ خوشي ڏيڻ لاءِ ترڦي ٿو، ۽ جڏهن انهيءَ ڪوشش ۾ ڪامياب ٿئي ٿو، تڏهن اهو آنند- مي ٿيو پوي.“

”مون راڌڪا ڏانهن نينهن- ڀريل نگاهن سان نهاريو، ۽ سندس ڪومل هٿ پنهنجي جاڏي هٿ ۾ جهلي، ڪانئس پڇيم: ”هي پريمي پرندو سک جي آجاڳ آڪاس ۾ پيو اڏامندو يا ڪنهن آکيڙي جي آسائش ۽ آرام جي آس به رکي سگهي ٿو؟“

راڌڪا مشڪي چيو: ”پکي پنهنجو آکيرو پاڻهين ٿو اڏي.“

"ڪنهنجي لاءِ ۽ ڪنهنجي سهڪار سان؟" مان ورندو مشڪي پڇيو.

راڌڪا گنڀير ٿي چيو: "چندر ۽ سوداميءَ جو هنيمون اڄ پورو ٿيندو. شام جو هو گلمرگ مان موٽندا. سيالي وطن ورنداسين. رستي تي چار ڏينهن لڳندا. هفتي بعد اوهين آڪمري ٺاهڻ لاءِ منهنجي سهڪار جي طلب ڪري سگهو ٿا."

مان خوشيءَ جي اُمنگ کان ڪرسيءَ تان ٽپ ڏيئي اٿيس، ۽ راڌڪا کي پنهنجي سيني سان ڪڍي لڳايم ۽ اسان جا مک هڪ مٺيءَ، لنبيءَ مٺڙيءَ ۾ پهريون دفعو مليا.

## باب ستون

آسين وطن وري رهيا هئاسين. ڪشمير ۽ پنجاب پٺيان ڇڏي، هنئر سنڌ مان پئي گذر ڪيوسين. ٽرين جي سيڪنڊ ڪلاس گاڏي ۾ رڳو اسين چار ويٺا هئاسين. چندر سوداميءَ سان روح رهاڻ ڪري رهيو هو. ٻنهي جي اکين مان پريم پئي ٽميو، ۽ سندن پاڻ ۾ ازحد سرهائيءَ ۽ خوشيءَ جو صرف تصور ڪري ٿو سگهجي. اڳي هو ڪلپنا جي دنيا ۾ پريم جو تصور ڪندو هو ۽ ان کي لفظن ۾ نقش ڪندو هو. هنئر سندس جيوت ۾ ڪلپنا واري دنيا ۽ حقيقي دنيا ملي هڪ ٿي ويئي هيون ۽ چندر پاڻ پريم-روپ ٿي پيو هو. گلمرگ ۾ جڏهن هنيمون ڪري، هو سري نگر موٽيو تڏهن مون کانئس پڇيو: "جيوت جي هن مهاآنند ۽ عظيم آزمودي کي ڪوتا ۾ قلمبند ڪيو اٿئي؟" هن ٽمڪندڙ اکين ۽ منور مشڪ سان چيو: "هنئر ڪلا ديوي ۽ پوڄاري هڪ ٿي ويا آهن. پوڄاريءَ کي ديويءَ جي چرنن ۾ پشپن ڏرڻ جو هاڻ سبب ئي ڪونهي. چڪور چندرما سان، پروانو آڳ سان، پريم سندرتا سان ملي

تدروپ ئي ويو آهي. هنئر جهون خود ڪوتا ئي پيو آهي، موهن!"

حيدرآباد اسٽيشن تي تار مليم، ته ڪراچيءَ ۾ چندر جي آجيان جو بندوبست ڪيو ويو آهي. سيني سنڌي شعر جي شائقن، ڪاليج پروفيسرن، وديارٿين، ۽ اسڪولن جي شاگردن پاڻ ۾ گڏجي هن نئين آدبي ستاري جي مرحبا لاءِ سرگرم تياريون ڪيون هيون.

ٽرين ڪراچيءَ کي ويجهي پوندي پئي آئي. راڌڪا ۽ سودامنيءَ هٿ منهن ڌوئي، مسافريءَ وارا ڊز سان پريل ڪپڙا مٽايا. چندر به اٿي پاڻ کي چنبڙو ڦوڪيو. راڌڪا منهنجي پرسان اچي ويٺي ۽ منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ جهلي، آن کي هلڪو زور ڏنائين. مون سمجهيو ته هوءَ پنهنجي خوشي وطن ورڻ توڙي جلد ايندڙ وصال جي ـ انهيءَ هٿ جي ڪومل زور سان ظاهر ڪري رهي هئي. مون سندس ڪن ۾ پڪي چيو:
"سڀائي آڪيڙي آڏڻ جو ڪم آرنپ ڪبو."

راڌڪا صرف مشڪيو.

ٽرين ڪراچي ڇانوڻي اسٽيشن ۾ گهڙي ۽ "مهاڪوي چندر جي ڄجي" جا نعرا اسانجي ڪنن تي پيا. ٽرين بيٺي، ۽ ستت ئي اسانجي گاڏي جي سامهون هڪ وڏو ميڙ ٺهي ويو. مڪاني ڪاليج جو پروفيسر ڪرشناڻي گاڏي ۾ اندر لنگهي آيو ۽ چندر جو ٻه سال اڳي سندس شاگرد هو، تنهنکي ڀاڪر پائي گڏيو، ۽ کيس گاڏي جي دروازي وٽ وٺي ويو.

مرحبا ڪاميٽيءَ جي ڀاران هن کيس گلن جو هار وڌو، ۽ وري سڄو پليٽفارم "مهاڪوي چندر جي ڄجي" سان گونججي آٿيو. راڌڪا سودامنيءَ کي هٿ کان وٺي، چندر جي پرسان وڃي بيهاريو.

پنڌ سٽ، ساري راپو منڊل ۾ عجيب تبديل ٿي ويئي. سڀ اکيون، چندر تان کڄي وڃي، سودامنيءَ جي آلوڪڪ

سونهن تي ڪتيون. چندر مـون کي پڙڪي ۾ چيو: ”هيءَ منهنجي آجيان آهي يا سودا جي؟“ سندس مکـڻ تي مشڪ پئي نچي.

”ڪوتا جا آپاسڪ پنهنجي ديويءَ جو سڄيو سروپ ۽ آلوڪ سونهن ڏسي پوڇڻ ڪان ڪئن رهي سگهندا؟ سندرتا جنهن تنهنجي شعر مان ليا پائي هنن جي دلين کي مست پئي ڪيو آهي، سا روپ ۽ آڪار وٺي سندس اکيان اچي بيٺي آهي.“

---

